لواريءَ شريف ڪتابي سلسلو - ۳

# لواريءَ جا لالَ

## حصو پهريون

(حضرت سلطان الاوليا، حضرت محبوب الصمد، حضرت غوث عالم ۽ حضرت شاه مدني قدس سرهم جن جي حياتي مبارڪ جو احوال)


مؤلف:-

**ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي.**

ايم اي؛ پي ايڇ ڊي (لنڊن)


مرڻا اڳي جي مئا، سي مري ٿين نه مات،
هوندا سي حيات، جيئان اڳي جي جيا.
(شاه)


شايع ڪندڙ:-

انتظاميه جماعت درگاه لواري شريف

.ٻيو ڇپو] [تعداد هڪ هزار

سال ١٣٩٣ هجري مطابق ١٩٧٣ عيسوي

هديه پڪو جلد: پنج روپيه
هديه ڪچو جلد: چار روپيه

ملڻ جو هنڌ:-

مرڪزي آفيس، انتظاميه جماعت درگاه لواري شريف
ضلع حيدرآباد

ڇپائيندڙ:
سنڌ پرنٽنگ پريس، اڪال پونگا لين، حيدرآباد.

# مضمونن جي فهرست

فقررا از چشم و از سیمائي او،
دید هر چشمي که دارد نور هو؛
شیخ فعالست بي آلت چو حق،
بامریدان داده بیگفتي سبق.

# تقريظ

## ڪل ٧٨٦

علم تصوف نهايت شان اعليٰ وارو آهي، جنهنجي برڪت جي ڪري سڀني قسمن جي تڪليفن ۽ ڏکن دنيا ۽ عالم آخرت جي کان ڇوٽڪارو ۽ نجات حاصل ٿئي ٿو ۽ عالم علم تصوف يعني ولي ڪامل جي دعا ساڻ ۽ ارادي ساڻ ۽ سندس توجه جي ڪري لکها مخلوقن کي ٻنهي عالمن ۾ نعمت عظما ڇوٽڪاري جي ملي ٿي؛ ۽ اُن جي مبارڪ توجه ساڻ خلقت جا بيشمار مشڪلات آسان ٿين ٿا؛ ۽ برڪت اُن جي ساڻ رحمتون ۽ فضل بي حساب بخشش ٿين ٿا؛ ۽ انهي علم جي ڪرامت آهي جو تقدير جي تبديلي ٿئي؛ ۽ امور دنيا ۽ آخرت جا جيڪي ته انساني سمجهه موافق ناشدني هجن سي سڀ شدني ۽ آسان ٿي وڃن. هر هڪ لاءِ انهي علم عالي جي طلب ڪرڻ ۽ اها تعليم وٺڻ تمام ضروري آهي؛ ۽ انهي مبارڪ علم تصوف جي ذريعي انسان خاڪي منزلت قربيت جي حاصل ڪري عالم قدس ۾ پهچي ٿو. حديث قدسي آهي ته اولياءَ سڳورا خداوند پاڪ کي نهايت نزديڪ

۽ ويجهو ۽ گڏ آهن؛ ۽ انهن جي مرتبي ۽ شان کي سواءِ پروردگار عزاسمه جي ڪو نٿو ڄاڻي سگهي. حديث شريف ۾ آهي ته رزقن جو ملڻ ۽ مينهن جو وسڻ سڀان پيارن حق جي ٿئي ٿو. اهو علم تصوف ٻن طرحن سان حاصل ٿئي ٿو:- (۱) طالب سچو پوري توجه سان جسماني طرح مرشد ڪامل کان علم تصوف جي تعليم وٺي ۽ ان جي هدايت ۽ ارشادات موجب برابر عمل ڪري؛ يا جيڪي ته انهي علم جا امام برحق يا پيشواي ۽ رهنمائي عليهم الرحمت والرضوان ٿي چڪا آهن، انهن حضراتن ڪرامن قدس اسرارهم جي حالات حيات ۽ سوانح عمريون ۽ فرمان ۽ ارشادات غور سان پڙهي ۽ حالات مشائخان ڪرام ياد رکي؛ ۽ جيڪي فرمان ۽ ارشادات طالب لاءِ فرمايا اٿن تن مٿي همت سان عملبند ٿئي. (۲) طريقو ٻيو خاص بخشش ۽ وهب الاهي تي منحصر آهي جنهن ۾ ظاهري مرشد يا اُستاد يا ڪتاب جي ڪا ضرورت نه آهي.

بي معلم و بي ڪتاب و بي اديب،
اوليارا حق ڪند علمي نصيب.

حديث سڳوريءَ ۾ آهي ته علم پڙهايو رب منهنجي مونکي ڇوءِ چڱو ٿيو علم منهنجو؛ ۽ حديث شريف ۾ آهي ته علم ٻهرين ۽ پوين جو مونکي حاصل ٿيو. ظاهريءَ طرح آنحضرت عليه الصلواة والسلام اُمي هوا؛ ۽ ڪيترائي اولياءَ ڪرام اهڙا ٿي گذريا آهن جن ظاهري علم نه پڙهيو آهي؛ ۽ سواءِ ظاهري صحبت جي، فقط روحاني طرح،

سواء ڪرڻ واسطي ظاهري ۽ جي، اعليٰ مقامن تي پهتا آهن. جڏهن ته عالم علم تصوف جو ملڻ وڏي خوش قسمتي آهي ۽ اهڙا وجود مسعود جي ته عالم علم روحانيت جا هجن ڪمياب آهن ۽ بلا واسطه مرشد جي ڪمال کي رسي، اهو امر به اختياري نه آهي؛ تنهنڪري حالات حيات اولياء ڪرام ۽ سوانح عمرين بزرگان برگزيدگان جي پڙهڻ ۽ حالات اڪابران عظام پوري توجه ڏيڻ سان به وڏي رهنمائي اسرارن علم تصوف جي ملي ٿي. ۽ انوار ۽ فيوضات طالب جي قلب تي پڌرا ٿين ٿا. جڏهن ته هدايت خلق جي لاءِ اوليائن سڳورن جا حالات ۽ سوانح عمريون ۽ سندن ارشادات جا ڪتاب تاليف ڪرڻ ۽ ڇاپارائڻ جو ڪم تمام لازمي آهي؛ ۽ سعادت وڏي ۽ اعليٰ خوشبختي هرهڪ ڪتاب جي مؤلف يا ڇپائيندڙ ۽ سيني ڪتاب پڙهندڙن جي واسطي مقدر آهي، تڏهن اهڙو مبارڪ امر جنهن درويش صفت صوفي ڪان سرانجام ٿئي، سو سعادتمند ۽ قابل مبارڪباد حقيقي جو آهي. حضرات اقطاب عظام لواريءَ جا حالات حيات پاڪ ۽ سوانح عمريون ۽ ارشادات و هدايات جا سيئي ڪتاب، ۽ احوالات پاڪ ۽ ڪلام مبارڪ حضرت خواجه خواجگان سلطان الاولياء صاحب اللواري جا سمورا ڪتاب بالاڪثر فارسي ۽ عربي ۾ اڳوڻن عارفن جا تاليف ٿيل آهن، جن مان فقط هڪ ڪتاب ”صقال الضمائر“ فارسي مصنف حضرت امام الاوليا مڪي جو ڇپيل آهي، باقي سڀ ڪتاب

مثلاً "لطيفةالتحقيق في نسب آل صديق" ۽ "فتح الفضل"، كلام حضرت سلطان الاوليا، "لذت الوصل، شرح فتح الفضل"، ۽ "تحقيقات لواري" مصنف امام الاولياءَ مڪي، ۽ "فردوس العارفين"، ۽ "جواهر بلالي"، ۽ "مرغوب الاحباب"، "سوال و جواب خواجه ابراهيم" وغيرهم مان ڪوبه ڇپيل نه آهي؛ اگرچه اهڙن انوار بخش ڪتابن جو سنڌي ۾ ترجمو ٿيڻ ۽ ڇپجي وڃڻ تمام ضروري ۽ سعادت ابدي آهي. جڏهن جڏهن مولاي هادي جي منشا پاڪ ٿيندي، تڏهن تڏهن خودبخود اهڙا سبب پيدا ٿيندا، جنهن جي ڪري مٿين ڪتابن مبارڪن جو ترجمه سنڌي ۽ ٻين قلمن ۾ ٿي ويندو، ۽ ڇاپي هيٺ به اچي ويندا.

هن وقت هڪ ڪتاب حالات حضرات اولياءَ ڪرام لواريءَ جي ۾، مسمي "لواريءَ جا لال" سنڌي، محترم صوفي ڊاڪٽر گربخشاڻي تاليف ڪيو آهي، جو مون غلام اولياءَ ڪرام سڄو مطالع ڪيو آهي. مٿيون ڪتاب مٿين صوفي صافي اڳوڻن عارفن جي ڪتابن مان انتخاب ڪري جمع ڪيو آهي؛ ۽ سندس خرچ سان ڇاپارايو اٿس. پاڻ جيڪا محنت ۽ ڪوشش وٺي ڪتاب تاليف ڪيو اٿس ۽ ڇپايو اٿس، تنهن بابت يقين سان چوان ٿو ته ڪٿس انهن برگزيدگان جي دربار مان بهره ملندو؛ ۽ طرفان پنهنجي صد مبارڪباد مٿين مڪرم صوفي کي پيش ڪريان ٿو، جو اهڙو وڏو خير و برڪت ۽ عام هدايت جو ڪم سندس سعيي ۽ ڪوشش سان تمام ٿيو آهي.

برڪت برگزيدگان دربار الاهي جي بهترين برڪات ۽ جزائي خير مٿين صوفي کي نصيب هجن! ۽ پوري يقين ساڻ پڪرو ڪريان ٿو ته جيڪو طالب سچو صدق ساڻ هن ڪتاب "لواريءَ جا لال" کي پوري خيال ساڻ ۽ ڪامل طرح توجه ڏيئي پڙهندو ۽ موجب فرمودن پاڪن جي عملبند ٿيندو ۽ ارشادات پاڪ ياد رکندو، ته دنياوي ۽ عقبائي مطالب ۽ مقاصد حاصل ڪندو؛ ۽ انوارن ۽ فيوضن مقدسه مان بهره مند ٿيندو؛ والله الموفق.

دعاگهرندڙ آهيان ته مهربان مولي سين پڙهندڙن کي هن ڪتاب مبارڪ جيڪي بوسيله و طفيل برگزيدگان پنهنجي سندس پيارن جي پيروي نصيب ڪري؛ ۽ توفيق متابعت جي بخشي ۽ سندس حبيبن جي برحق طريقت عليه تي سدائين قائم رکي. آمين.

۲۸ ذيقعده ۱۳۵۲ هه.

**احمد زمان**



# مهاڳ

موجوده دور ۾ اسان ”ماديت“ ۾ ايترو ته محو ٿي ويا آهيون، جو اسانجي توجه ڀئي رخ ”روحانيت“ طرف بلڪل گهٽجي ويئي آهي. جنهنڪري هر طرف ”بي اطميناني“ ”قلبي سڪون جي ڪمي“ جي عام شڪايت ٿي پيئي آهي. ضرورت آهي ته اسان ’جسم‘ سان گڏ ’روح‘ طرف پڻ متوجه ٿيون، ڇو ته ’جسم‘ فاني آهي ۽ ’روح‘ باقي. ’جسم‘ مٽي جي پيدائش آهي، هن کي هڪ ڏينهن مٽي ۾ ملي وڃڻو آهي ليڪن ’روح‘ امر ربّي آهي، هن کي هميشه رهڻ لاءِ خلقيو ويو آهي. دين جي بزرگن، خدا جي دوستن هميشه اها پئي ڪوشش ڪئي آهي ته هي انسان، پنهنجي اصل کي سڃاڻي، محنت ۽ ڪوشش ڪري پنهنجي اصلي مقام ”اعليٰ عليين“ تي پهچي. انهي مقام تي پهچڻ لاءِ ضروري آهي ته اسان انهن ’پهتلن‘ ۽ ’حق سان واصل ٿيل‘ بزرگن جي حالات، سوانح عمرين، ارشاداتن ۽ هدايتن جو مطالعو ڪريون ۽ انهن کي ساهه وانگر سيني سان سانديون ته جيئن اسان جي روح کي تقويت ملي.

انهي خيال کي سامهون رکندي جماعت لنواري شريف طرفان هڪ ڪميٽي ٺاهي ويئي آهي، جنهنجو مقصد آهي

تہ "حضرات اقطاب، عظام لواري جا حالات، سوانح عمريون، ارشادن ۽ هدايتن جا سڀيئي ڪتاب جيڪي فارسي ۽ عربي ۾ آهن، تن کي سنڌي ۾ ترجمو ڪري شايع ڪرايا وڃن." انهيءَ نيڪ ڪم جي ابتدا "مقولات تصوف" جي شايع ڪرائڻ سان ڪئي ويئي هئي. هيءَ ڪتاب انهيءَ سلسلي جي ٽين پيشڪش آهي. ٻي سلسلي ۾ "قصائد شريف د رمدح باني درگاه لواري شريف" شايع ڪرايو ويو آهي. "لواري جا لال" ۾ هن درگاه شريف جي ابتدائي چئن بزرگن؛ حضرت سلطان الاوليا، حضرت محبوب الصمد، حضرت غوث عالم ۽ حضرت شاه مدني قدس سرهم جن جي حياتي مبارڪ جو احوال ڏنل آهي. جنهن کي فاضل ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي هيٺين ڪتابن جي مدد سان لکي پهريون دفعو ١٩٣٤ع ۾ شايع ڪرايو:

(١) لطيفة التحقيق:- مصنف سيد رفيق علي حسيني پشنگي؛ سنہ ١١٢٠ هجري.

(٢) فردوس العارفين:- مصنف مير بلوچ خان ٽالپور؛ سنہ ١٢٠١ هجري.

(٣) الجواهر البدائع:- مصنف بلال؛ سنہ ١٢٢١ هجري.

(٤) مرغوب احباب:- مصنف نظر علي بلوچ؛ سنہ ١٢٦٢ هجري.

(٥) صقال الضمائر:- مصنف حضرت خواجہ محمد سعيد قدس سره؛ سنہ ١٣٠٣ هجري.

جيئن تہ گهڻي وقت کان وٺي هيءَ ڪتاب اڻ لڀ هو. وقت جي تقاضا پڻ هئي. تنهن ڪري هن کي ٻئي دفعي شايع ڪرايو ويو آهي. ارادو هو تہ باقي رهيل بزرگن حضرت خواجہ محمد سعيد مڪي ۽ حضرت خواجہ احمد زمان قدس سرهم جن جي حياتي مبارڪ جو احوال پڻ ساڳي طرز تي تيار ڪري گڏ شايع ڪيو وڃي پر وقت جي ڪمي سبب: ”لواري جا لال حصو پهريون“ شايع ٿي سگهيو آهي. انشاءَالله‌العزيز باقي رهيل احوال پڻ سگهو ئي ”لواري جا لال حصو ٻيو“ جي ذالي سان ڇپائي قدردانن جي هٿن ۾ پهچائيندا سين. اميد تہ درگاه لواري شريف جا معتقد پائر ۽ تصوف جا شائق اسان جي هن محنت کي اڳي وانگر قدر جي نگاه سان ڏسندا.

تاريخ ١٠ ربيع‌الثاني ١٣٩٣ هجري
مطابق ١٤ مئي ١٩٧٣ عيسوي.

والسلام

احقر العباد

**عبدالڪريم جان محمد ٽالپور**
ليڪچرار ڪئنٽونمينٽ ڪاليج
حيدرآباد سنڌ.

# مقدمہ

تصوف ڪو خاص دين يا فرقو نہ آهي؛ نڪي ڪي اُن جا اُصول ڪنهن خاص مذهب سان لاڳو آهن. هر زمان ۽ هر مڪان ۾ اُن جو بحر عميق مؤجزن رهيو آهي؛ سڀڪنهن ملڪ اُن جا لاها چاڙها چکيا آهن. مگر هر ڏيہہ ۾ اُن جو رنگ نيارو رهيو آهي؛ هر ملڪ جي چال چلگت اُن کي نون نون ورنن ۾ ظاهر ڪيو آهي. جڏهن جڏهن دنيا ۾ ماديات جي غلبي سبب ماڻهن جو من ديني فرض کان ٿهي، عيش عشرت ۽ آنند ڏند ۾ مشغول ٿيندو آهي، تڏهن تڏهن ڪي اعليٰ انسان جهان جي وحشتگاه کان گوشو ڪري، خلوت جي نزهتگاه ۾ گذاري، الله ڏي متوجه ٿيندا آهن؛ ۽ ماڻهن کان منهن موڙي وچي ٻـرن ڀـٽن ۾ ديرو دمائيندا آهن. اهڙا الله لوڪ هـر عصر ۽ زماني ۾ موجود هئا. اُنهن ئي هـن دنيوي ڪاروبار کي نوراني بنايو آهي؛ اُنهن ئي اندر جي ڪس ڪوري، سينو صاف ڪيو آهي؛ اُنهن ئي خلق کي اونده مان ڪڍي، سوجهري ۾ آندو آهي؛ ۽ اُنهن ئي عالم کي جسمانيات کان ورائي، روحانيات ڏي رجوع ڪيو آهي. اُنهن جو ڪو خاص مذهب نہ هو. اُنهن صرف حق جي

هدايت ڪئي آهي؛ ۽ هويت جي درياءَ ۾ غوطا ڏئي، نج وحدت جا نعرا هنيا اٿن. اهي خدا جا خليل اڄ به دنيا ۾ موجود آهن، مگر روپوش آهن. انهن کي ڳولي لهڻ مشڪل آهي؛ مگر سچن طالبن جا هو پاڻ ڳولائو آهن. اهي مٺيار دنيا دورنگيءَ کان پاسو ڪيو، لوڪ ۾ لڪا پيئن. اهي سچا صوفي آهن، ۽ انهن ئي هن جهان کي جنت جهڙو ڪيو آهي.

صوفي لفظ جي اشتقاق جون ڪيتريون ئي سمجهاڻيون ڏنيون ويئون آهن. ڪن جو رايو آهي ته اهو لفظ يوناني 'سوفاس' يعني ساڃاهه مان نڪتل آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته 'اهل الصفة' مان نڪتل آهي، جا هڪ غريب مهاجرن ۽ اصحابن جي ٽولي هئي ۽ خيرات وٺڻ لاءِ مسجد نبويءَ جي صفي ۾ وڃي ويهندي هئي. ٻيا وري چون ٿا ته صوفي لفظ 'صفا' مان نڪتل آهي، چو ته صوفي اهو آهي جنهن دل کي ڌوئي صاف ڪيو آهي. اهو اشتقاق صوفي بزرگن وٽ عام طرح قبول آهي. بشرحافيءَ چيو آهي ته "صوفي اهو آهي جو خدا سان صاف دل رهي ٿو"؛ ۽ شيخ جنيد بغداديءَ جو قول آهي ته "تصوف اصطفا آهي، يعني صفا لاءِ چونڊجڻ؛ ۽ جو اهڙيءَ ريت چونڊيو ويو آهي، سو ئي سچو صوفي آهي." پر حقيقت ۾ صوفي لفظ 'صوف'، يعني پشم مان نڪتل آهي؛ ۽ پارسي ٻوليءَ ۾ صوفيءَ کي 'پشمينه پوش' ڪري سڏيندا آهن. ابن خلدون چيو آهي ته اسلام جي شروعات

۾ اوني پوشاڪ اڪثر ڪري زاهد پائيندا هئا، جو تہ اُها سادگيءَ جي نشاني سمجهڻ ۾ ايندي هئي. علامہ مسعوديءَ پنهنجي ڪتاب 'مروج الذهب' ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ حضرت عمر اُن جو جبو پائيندو هو، جنهن تي چمڙي جون چتيون لڳل هونديون هيون. سلمان فارسي بہ اُن جو لباس پهريندو هو؛ ۽ پڻ ابو عبيده ابن الجراح. بني اُميہ خليفن جي ڏينهن ۾ جڏهن عيش عشرت وڌڻ لڳي، تڏهن جي ماڻهو رسول صلعم ۽ اُن جي اصحابن وانگر سادي حياتي رهڻ لڳا، تن کي صوفي سڏڻ لڳا. امام قشيريءَ جي سند موجب صوفي لفظ هجرت جي ٻيءَ صديءَ جي پڇاڙيءَ (٨١٥ع ڌاري) ۾ استعمال ۾ آيو آهي. مولانا جاميءَ پنهنجي ڪتاب 'نفحات الانس' ۾ چيو آهي تہ ابو هاشم ڪوفي (ف ٨٦٦ع) پهريون ئي شخص هو، جنهن کي صوفيءَ جي نالي سان سڏيو ويو. هن صاحب فلسطين ۾ رملہ جي شهر منجهہ صوفين لاءِ هڪ خانقاه برپا ڪئي. اُن وقت کان وٺي تصوف گويا هڪ انفرادي هستي حاصل ڪئي.

تصوف جي اصولن بنسبت ابن خلدون پنهنجي 'مقدمہ' ۾ هيءُ ذڪر ڪيو آهي تہ: "هيءَ علم اُنهن شرعي علمن مان آهي، جي مسلم ملت ۾ پيدا ٿيا. اصلوڪا مسلمان ۽ وڏا اصحاب صوفين جي طريقي کي حق ۽ هدايت جو رستو ڪري ليکيندا هئا. خدا جي عبادت ۾ مشغول رهڻ، خدا جي واٽ ۾ سڀ شيءِ ترڪ ڪرڻ، دنيا جي جنسار

۽ سينگار کان پاسو ڪرڻ، عيش عشرت ۽ مال مرتبي کان منهن موڙڻ، خلق کان الڳ ٿي خلوت ۾ گذارڻ؛- اِهي آهن تصوف جا مکيه اصول، جي اصحابن توڙي اڳوڻن مسلمانن ۾ مروج هئا.“ صوفي مت يعني مذهب معتزلن جي الحاد وانگي ڪو عقل تي ٻڌل نه آهي؛ فقط هڪ عملي دين ۽ زندگيءَ جو دستورالعمل آهي. شيخ جنيد بغداديءَ چيو آهي ته ”اسان تصوف کي روزن ۽ رياضت جي رستي ۽ پڻ دنيا ۽ عزيزن کان ناتي توڙڻ جي ذريعي حاصل ڪيو آهي؛ ۽ نه سڪٽيءَ قيل قال سان.“ اڳاٽا صوفي نه رڳو زاهد ۽ عابد هئا، پر هنن اسلام مان روحاني ۽ معنوي تت يعني روح نچوئي ڪڍيو. شيخ سهرورديءَ جي قول موجب تصوف نه فقر آهي ۽ نه زهد؛ مگر ٻنهي جو پهت، ۽ پڻ اُن کان به ذرو وڌيڪ. اِنهيءَ ذري وڌيڪ گڻ کان سواءِ، ڪنهن به شخص کي صوفي سڏي نٿو سگهجي، پل ته ڪري هو زاهد به هجي ۽ فقير به هجي. اگرچه فقر ۾ وڏي فضيلت سمايل آهي، تڏهن به فقر جي پڇاڙي تصوف جي شروعات آهي. فقير فقر کي اِنهيءَ لاءِ پڪڙي ٿو جو هو سمجهي ٿو ته خدا مون کي اوس اُن جو اُجورو ڏيندو. اِنهيءَ ابدي انعام جي آس تي ئي هو دنيا جي آڻ جڻاءَ سڀني کي تياڳ ڪري يعني ڇڏي ٿو؛ ۽ غربت ۽ مسڪيني اختيار ڪري ٿو. هو ٻڇي ٿو ته جي فقر ڇڏيم، ته فضيلت توڙي انعام کان سڪڻو پوندم. پر اِهو عقيدو صوفين وٽ

قبول نہ آهي. سچو صوفي اُهو آهي جو دنيا کي آبدي انعام جي لحاظ کان ترڪ نٿو ڪري، مگر انهيءَ ڪري جو هو پاڻ کي 'ابن الوقت' ٿو سمجهي. البت فقر تصوف جو مکيہ بنياد آهي؛ ڇو تہ تصوف جون منزلون فقر جي رستي ئي ماڻي سگهجن ٿيون.

مٿي ذڪر مباحثي مان معلوم آهي تہ تصوف اسلام جي ئي پيدائش آهي. پهريان صوفي پورا مسلمان هئا، مگر هنن اسلام جي ڪن خاص روحاني نُڪتن تي وڌيڪ زور ڏنو، جنهنڪري پيا اصول ڇڏڪ بيڪار بنجي پيا. پر هو ڪڏهن بہ عقل جي ڪيڏ نہ هليا؛ اُٿلو فقہ تي عمل ڪندا آيا. حواسن جي حفاظت، دمن جي رعايت، نفساني لذتن جو ترڪ، پاڻ مارڻ ۽ ماٺ ۾ رهڻ — اِهي سندن مٿي جا خاص نشان هئا. اِنهن آڳاٽن صوفين مان ابراهيم بن ادهم، شفيق بلخي، فضيل بن عياض ۽ رابعہ بصري مشهور ٿي گذريا آهن. انهن مڙني سنہ ٧٠٠ع ۽ ٨١٥ع جي وچ ۾ وفات ڪئي.

هن وقت سوڌو صوفين جو گهڻو زور زهد ۽ رياضت تي هو. پر رفتي رفتي سندن عقيدن ۾ تبديل ٿيڻ لڳي. اُن جو مکيہ سبب هو يوناني فلسفہ ۽ هندو ويدانت جو اثر، جنهن جي ثابتي معروف ڪرخيءَ جي ملفوظات مان ملي ٿي. هو فضيل بن عياض ۽ شفيق بلخيءَ جو همعصر هو؛ ۽ سندس رڳن ۾ ايراني رت هو. هن جي قول موجب تصوف جي معني آهي: "اِلاهي حقيقت جي پروڙ ۽ انساني

تعلقات جو ترڪ." هڪ دفعي پنهنجي مريد سري سقطيءَ کي چيائين ته "جڏهن خدا کان ڪا شيءِ گهرين ته منهنجو قسم کڻ." هن لفظن مان پڌرو آهي ته هن پاڻ کي خدا سان مناجي ڪري ٿي سمجهيو. ابو سليمان داراني (ف ٨٣٠ع) هڪ ٻيو نامڪتيو صوفي ٿي گذريو آهي، جنهن وري صوفي پنٿ ۾ معرفت جو متو داخل ڪيو. هو چوندو هو ته "جي معرفت جسمي روپ ڪٺي وٺي ته هوند اُن جو حُسن ۽ جمال پسي، هرڪو هڪدم فنا ٿي وڃي؛ ۽ اُن جي نُور اڳيان جيڪر سڀ روشنائي اَنڌڪار ۾ پئجي وڃي." ابو سليمان دارانيءَ کان پوءِ وري ذوالنون مصريءَ (ف ٨٦٠ع) ڪي نوان متا ڦهلايا؛ ۽ پڻ تصوف کي ناهي نڪي پوري پائي تي آندائين. مولانا جامي 'نفحات الانس' ۾ لکي ٿو ته "ذوالنون صوفي پنٿ جو مهندار هو؛ ۽ ٻيا سڀ صوفي سندس اولاد آهن ۽ ساڻس ئي تعلق رکن ٿا." ذوالنون به معرفت جي متي تي تاڪيد ڪئي. درحقيقت معرفت ئي سندس سکيا جو بنياد آهي. ازانسواءِ، سندس هدايت موجب حق جو پورو پرو وجد مان ئي حاصل ٿئي ٿو. چوي ٿو ته "جنهن پنهنجو پاڻ وڃايو آهي، سو ئي حق کي رسيو آهي."

اگرچه مٿين ٽن صوفين جي گفتن مان 'همه اوست' واري متي جي بوءِ پيئي اچي، ته به بايزيد بسطامي (ف ٨٧٤ع) پهريون ئي شخص هو، جنهن اِهو اصول کليو کلايو تصوف ۾ داخل ڪيو. اصل ايراني هو، ۽

ڏاڏس مجوسي هو. فنا جو اصول پڻ اول هن ئي اظهار ڪيو. سندس گفتن مان ڪي چيدا ٽڪر ڏجن ٿا:
”(١) انسان لاءِ سڀ کان وڏي نعمت هيءَ آهي جو ڪيس ڪي به نه هئڻ گهرجي؛ نه زهد، نه اصول ۽ نه تعميل. جڏهن هو سڀ کان سواءِ آهي، تڏهن ئي هو سڀ سان گڏ آهي. (٢) تحقيق، مان خدا آهيان؛ سواءِ منهنجي ٻيو ڪو خدا ڪونهي؛ تنهنڪري منهنجي عبادت ڪريو. (٣) سبحاني ما اعظم شاني؛ يعني پاڪائي جڳائي مونکي؛ ڪيڏو نه وڏو آهي شان منهنجو! (٤) مان بايزيديءَ کان ائين ٻاهر نڪتس جئن نانگ پنهنجيءَ کل کان. پوءِ ڏٺم ته عاشق، معشوق ۽ عشق ٽيئي هڪ آهن.“ شيخ جنيد بغداديءَ جي به ساڳي حالت هئي. هڪڙي پيري چيائين ته ”ٽيهن ورهين تائين خدا آدم ذات سان جنيد جي زبان سان پئي ڳالهايو؛ اگرچه جنيد اُن وقت موجود نه هو ۽ نڪا ڪا ماڻهن کي سنديس مقال هئي.“

اهڙيءَ ريت تصوف جو اصل ۾ زهد ۽ رياضت کان ڪو تر ڪن مٿي هو، سو ڦري وڃي ’همه اوست‘ جي درجي تي پهتو. بايزيد کان سواءِ ٻيا جهونا صوفي فنا تي به ڪو گهڻو زور نٿا ڏين. گهڻن جي راءِ شيخ جنيد بغداديءَ جي راءِ سان شامل هئي ته وچولو رستو وٺجي، ۽ شريعت توڙي طريقت جو سڀند يعني ناتو قائم رکجي. انهيءَ بنسبت شيخ سهل بن عبدالله تستريءَ جو چوڻ آهي ته ”اسان جا ڇهه اصول هئڻ گهرجن: (١) ڪلام الله تي

قابو رهڻ. (٢) رسول الله جي سنت جي پيروي ڪرڻ. (٣) حق حلال جي ماني کائڻ. (٤) ماڻهن کي ايذاءَ نه رسائڻ، اگرچه هو اسان کي ايذائين. (٥) منع ٿيل شين کان پاسو ڪرڻ. (٦) پنهنجن انجامن جي بنا دير پورائي ڪرڻ.'' انهن ڳالهين تي پڪا مسلمان به اعتراض نه ونندا. سچ پڇ آڳاٽو تصوف زهديت ٺوڙي عبادت ۾ اسلام ئي هو.

بايزيد 'همه اوست' جو سلو پوکيو. اُن کي منصور حلاج پنهنجي خون سان سيراب ڪري، هڪ وڏو وڻ ڪيو. هاڻ تصوف ڦري عشق ۽ عرفان جو مت بنجي پيو. يارهين عيسوي صديءَ ڌاري ابو سعيد ابوالخير اُن تي شاعرانو رنگ چاڙهيو ۽ امام غزاليءَ وري اُن کي فلسفانو ويس ڍڪايو. اِنهيءَ نموني جو تصوف عربن کان وڌيڪ ايرانين جي طبع موافق هو. ايران جي زمين 'اناالحق' جي ٻج پوکڻ لاءِ نهايت ڀلي هئي. اُتي ڦري ڦلي، شاعريءَ جا سهڻا گل ڪڍيائين، ۽ پارسي شعر جي گويا تاجي پيٽو بنجي پيو. ناميارن شاعرن جهڙو فريدالدين عطار، حڪيم سنائي ۽ مولانا جلال الدين روميءَ تصوف جي فلسفي ۽ اِلاهيات کي پنهنجي شعر ۾ تمثيلي لباس پهرايو.

بس، هاڻ ته صوفين اسلام جي اصولن ۾ ايڏي تبديل ڪري وڌي، جو تصوف هڪ خاص پنٿ ٿي پيو. اُهو طريقو جو اڳي رڳو ڪي ٿورا شخص دنيا کان بيزار ٿي وٺي اختيار ڪندا هئا، سو هينئر باقاعدي جمهور

جو مذهب ٿي ويو؛ ۽ ربط ضبط جا قاعدا قانون پڻ مقرر
ڪيا ويا. سنتئي تصوف جا خاص اصول ۽ عقيدا ڪتابن
۾ لکجڻ لڳا. سڀ ڪان جهوني ۾ جهونو ڪتاب
”قوت‌القلوب“ آهي، جو ابو طالب مڪي سنه ٩٩٦ع ۾
جوڙيو. ٻارهين عيسوي صديءَ ۾ درويشن جو پايو پيو.
عادي الهڪاري (ف ١١٦٣ع) ۽ عبدالقادرجيلي (ف ١١٦٦ع)
وري صوفي سلسلا جاري ڪيا، جي عدويه ۽ قادري
نالن سان مشهور آهن. تنهن ڪان پوءِ جلد ئي فراعي،
شاذلي، ۽ مولوي طريقا پيدا ٿيا، جن مان پوئين طريقي
جو بنياد مولانا جلال‌الدين روميءَ وڌو. پوءِ ته ويا نوان
نوان طريقا نڪرندا؛ ۽ هرهڪ طريقو پنهنجي پنهنجي
بانيءَ جي نالي سان سڏجڻ لڳو.

دنيا ۾ جي صوفي طريقا ٿي گذريا آهن، تن مڙني
جو منڊ حضرت علي آهي؛ مگر انهن جو خاص ناتو
حضرت عليءَ جي اولاد امام جعفر الصادق سان آهي.
هن ڪي سڀني سلسلن جو پيشوا ڪري سڏيندا آهن. دنيا
۾ جي نهايت ناليرا سلسلا اڄ ڏينهن سوڌو جاري آهن،
سي هيءَ آهن: (١) قادريه يا جيلانيه، جنهن جو باني
شيخ عبدالقادر جيلاني هو؛ (٢) بخاريه، جنهن جو باني
سيد جلال‌الدين حسين بخاري هو، (٣) فريديه، جنهن جو
باني شيخ فريدالدين شڪرگنج هو؛ (٤) نظاميه، جنهن
جو باني شيخ ضياءالدين عبدالقادر سهروردي هو، (٦)
نقشبنديه، جنهن جو باني خواجه محمد بهاءالدين نقشبندي

هو. هر هڪ طريقو پنهنجي پنهنجي بانيءَ جي طريقت، يعني هلت چلت جي نموني تي ٻڌل آهي؛ ۽ هر هڪ طريقي جي فڪر ۽ ذڪر جو رستو علحدو آهي. جنهن صورت ۾ هن ڪتاب جو خاص مقصد آهي لواريءَ جي لاثاني لالن جي سوانح عمري، جي نقشبنديه طريقي جا مکيه رهبر هئا، تنهن صورت ۾ ٻين مڙني طريقن کي نظرانداز ڪري، فقط هن طريقي جو مجمل احوال ڏنو ويندو.

خواجه محمد بهاءالدين نقشبند جو تولد بخارا جي شهر ۾ سنه ٧١٨ هجري (١٣١٨ع) ۾ ٿيو. حضرت محمد بابا سماسي جو ان وقت جو بزرگ اوليا هو، تنهن سندس بنسبت اڳيئي پيشنگوئي ڪئي هئي. چون ٿا ته جڏهن بخارا جي 'قصر هندوان' نالي محلي مان لنگهندو هو، جتي خواجه بهاءالدين جا والدين رهندا هئا، تڏهن چوندو هو ته "مون کي هن پوٺ مان هڪ الله لوڪ جو هڳاءُ پيو اچي؛ جلدئي ان جي برڪت سان 'قصر هندوان' مٽجي 'قصر عارفان' ٿي پوندو." هڪ ڏينهن جئن آتان پئي لنگهيو، تئن اُمالڪ پڪاري چيائين ته "هينئر اهو هڳاءُ هيڪاري زياده معلوم ٿو ٿئي." درحقيقت، اُن وقت خواجه بهاءالدين کي ڄائي ٽي ڏينهن ٿيا هئا. جڏهن ڏاڏس کي هن پيشنگوئيءَ جي خبر پهتي، تڏهن معصوم ٻچڙي کي کڻي آڻي حضرت بابا سماسيءَ جي خدمت ۾ حاضر ڪيائين. حضرت جن فرمايو ته "هيءُ اسان

جو فرزند آهي، سو اسين ان کي قبول ڪريون ٿا.“
پوءِ اصحابن کي چيائين ته ”هيءُ اهو الله لوڪ آهي، جنهن جو هيڪار اسان کي ايندو هو. هو پنهنجي زماني جو قطب ٿيندو.“ ٿيو به ائين. حضرت جن جي خاص خليفي مير ڪلال هن اَمل ماڻڪ جي پرورش پاڻ تي هموار ڪئي، ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ هن کي اهڙي تعليم ۽ تربيت ڏنائين، جو هو زماني جو يگانو گوهر ٿي پيو. سنه ١٣٨٨ع ۾ وفات ڪيائين.

خواجه بهاءالدين کي نقشبندي انهيءَ ڪري ڪوٺيو اٿن، جو هو ’الله‘ لفظ جي صورت ڪڍي، جاهل مريدن جي اکين اڳيان رکندو هو، ۽ جي لکي پڙهي ڄاڻندا هئا، تن کي فرمائيندو هو ته ”هٿ سان الله جو نالو نقش ڪريو، اک سان ان نقش ڏي نهاريو، ۽ دل ۾ الله جي پاڪ ذات جو ڌيان ڌريو.“ اهو رواج ڪجھ وقت تائين هلندو آيو. آخر خواجه مجدد الفيءَ ان کي بند ڪيو، ۽ فقط قلبي ذڪر قائم ڪيو. خواجه بهاءالدين کان اڳ، ڪي بزرگ ذڪر جلي يا جهره ڪندا هئا. پر هن ذڪر جو اصلوڪو صديقي نمونو، يعني دل سان ڳجهو ذڪر اختيار ڪيو، ۽ ذڪر جليءَ جي سخت منع ڪيائين. انهيءَ ذڪر جا هن خاص شرط ۽ رستا مقرر ڪيا، جن ۾ توجه، مراقبي ۽ مرشد جي فيض جو نهايت ضرور آهي.

خواجه بهاءالدين جي تصنيفاتن مان ’رشحات عين الحيات‘

نهايت نامي گرامي آهي. منجهس سندس ملفوظات جمع
ڪيل آهن، جن مان نقشبندي طريقي جا مکيه اصول
ملي سگهن ٿا. انهن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:

”اسان جو طريقو ٻين سڀني طريقن کان حق کي
اوڏڙو آهي. اسان پڇاڙيءَ کي منڍ ۾ درج ڪيو آهي.
اگرچه سڀڪڙات کي پهرين جي منزل نٿي ملي، ته به هو
انهيءَ سڀاڳ کان نراس نٿو رهي. ٿوروئي لوڻ جو
منجهس چٽڪاريل آهي، سو ڪيس سلونو ڪيو وجهي.
پوءِ پل ته ڪيس طريقت ۾ توڙ تائين پهچڻ جي فرصت
نه به ملي، ته به هن کي اَبدي سعادت کان محروم رهڻو
نٿو پوي. اسان جو طريقو ئي عروة الوثقيٰ آهي، جنهن
جي سهاري پيغمبر صلعم ۽ ان جي اصحابن جي پيروي
ڪري سگهجي ٿي، ٿوري ئي عمل سان جهجهو لاڀ
حاصل ٿئي ٿو. پر اها ڪا سنري ڳالهه نه آهي. سالڪ
کي گهرجي ته اول ته رب جي رضا تي راضي رهي،
مگر اهو گڻ تڏهن حاصل ٿيندو، جڏهن فنا اختيار ڪبي،
يعني جڏهن سالڪ پنهنجي طبعي وجود جي نفي ڪري،
الله جو اثبات ڪندو. انهيءَ لاءِ پڻ اسان جي طريقي
۾ ڪارگر اُپاءَ موجود آهن، مگر انهن جي استعمال جو
پهريون شرط آهي خود مختياريءَ جي پاڙ پٽي ڦٽي ڪرڻ،
۽ ٻيو شرط آهي علم توڙي عمل کي الوداع چوڻ.
سالڪ کي سواءِ ديني فرضن ۽ مشروعي عملن کان، ٻئي
ڪنهن به دنيا جي معاملي ۾ پوڻ نه گهرجي؛ ۽ جيڪڏهن ڪيس
ته سارو وقت مراقبي ۾ مشغول رهي.“

خواجه عبدالخالق غجدوانيءَ جي قول پٽاندڙ نقشبندي طريقي جي عمارت آٺن اصولن تي اڏيل آهي: (۱) هوش دردم (۲) نظر برقدم (۳) سفر در وطن (۴) خلوت درانجمن (۵) ياد ڪرد (۶) ياد داشت (۷) بازگشت (۸) نگاهداشت.
هرهڪ جي سمجهاڻي هيٺينءَ ريت آهي:

(۱) هوش دردم. خواجه بهاءالدين فرمايو آهي ته نقشبندي طريقي جو بنياد دمن يا پساهن تي ٻڌل آهي. هرهڪ دم جو اندران ٻاهر نڪري ٿو يا جو ٻاهران اندر وڃي ٿو، تنهن جي نهايت خبرداري ڪرڻ گهرجي، ۽ پڻ انهن پنهي دمن جي وچ ۾ جو ويڇو پوي ٿو، تنهن جي ساڳي سنڀال ڪرڻ جڳائي. هرڪو پساه خدا جي حضور ۽ يادگيريءَ ۾ صرف ٿيڻ گهرجي. انهيءَ ۾ ڪابه غفلت ڪرڻ هڪ وڏو گناه آهي. دمن جي حفاظت سان دنيوي وگوڙن کان به واندو ٿي سگهجي ٿو.

(۲) نظر برقدم. سالڪ کي گهرجي ته واٽ ويندي، پنهنجي نظر پيرن تي کپائي، نه ته طرح طرح جون شيون ڏسي، سندس من ۾ مونجهارو ٿيندو. جي سنديس نظر پيرن تي کتل هوندي، ته نه فقط سنديس جان کي جميعت رسندي، پر سندس دمن ۾ به ڪو رخنو نه پوندو.

(۳) سفر در وطن. جڏهن سالڪ پنهنجو ماڻهپو ميٽي، ملائڪن جون وصفون حاصل ڪري ٿو، يعني عالم ناسوت مان نڪري عالم ملڪوت ۾ وسي ٿو، تڏهن هن جي دل آرسيءَ مثل ٿيو پوي. پوءِ جهڙيءَ ريت آرسيءَ ۾

هر ڪا شيءِ ازخود پيئي بڪندي آهي، تهڙيءَ ريت هن جي دل ۾ به حق جو جلوو پاڻيهي پيو پاسندو. اهڙيءَ حالت ۾ هن کي سِرَ ۽ سلوڪ جي به ضرور نه آهي، ۽ سندس دمن جو دورو به ازخود پيو ٿيندو.

(۴) خلوت در انجمن. خواجه بهاءالدين کان پڇيائون ته ”اوهان جي طريقي جو مدار ڇا تي آهي؟“ جواب ڏنائين ته ”خلوت در انجمن تي.“ يعني سالڪ کي گهرجي ته ذڪر ۾ اهڙو ته محو رهي، جو ٻاهرئين گوڙ گهمسان جي ڪيس ڪل ئي ڪانه پوي. چون ٿا ته آرمنا جي بازار ۾ هڪ دڪاندار هوندو هو، جو پنجاه هزار دينارن جي روز مره واري ڦيري ڪندو هو؛ پر هن جي دل هڪ دم به حق کان غافل نه رهي. سالڪ کي جي ’سفر در وطن‘ حاصل ٿيو، ته ’خلوت در انجمن‘ پاڻهي پلئه پوندس.

از درون شو آشنا و از برون بيگانه وش،
اين چنين زيبا صفت کم مي برد اندر جهان.

(۵) ياد ڪرد. ذڪر ڪرڻ مهل سالڪ کي گهرجي ته زبان تارونءَ سان لڳائي، ڏند پيڙي، پساه کڻي؛ ۽ پوءِ هرهڪ دم سان تي پيرا دل ۾ ڳجهو ذڪر ڪري اول ’لا‘ کي ڇڪي مٿي چاڙهي، پوءِ ’الـه‘ کي سڄي پاسي ڇوري، ۽ آخر ’الاالله‘ کي کٻي پاسي دل متان اهڙو زور سان چنبڙي، جو سڀئي عضوا گرم ٿي وڃن. ازنسواءِ، جڏهن ذڪر جي ’نفي‘ واري پاسي ۾ مشغول

هجي، تڏهن ڪل شين کي فاني ۽ ناپسند ڪري سمجهي، ۽ جڏهن 'اثبات' واري پاڳي ۾ مشغول هجي، تڏهن حق جي هستيءَ کي ئي بقادار ۽ حاضر ناظر سمجهي. هر ويل ائين ڪرڻ سان، توحيد جي تصوير دل جي ڦرهيءَ تي نقش ٿي ويندي: ۽ خود ذڪر خفي به قلب جي هڪ ضروري صفت بڻجي پوندي.

از دل و جان وصل جانان را طلب،
بي لب و بي کام مي گو ذکر رب،
تا رهي از حبس اين فاني جهان،
در جهان جان بماني جاودان.

(٦) بازگشت. سالڪ کي هرهڪ ذڪر خدا کي واپس ڪرڻ گهرجي، يعني هرهڪ ذڪر جي پٺيان چوڻ گهرجيس ته "خدا، تون ئي منهنجو مقصود آهين." شايد هن رمز جي پهريائين پروڙ نه پويس، پر رفتي رفتي ان جي پروڙ پئجي وينديس.

(٧) نگاه داشت. سالڪ کي هرروز پنج ساعتون من تي اهڙي چوڪسي ڪرڻ گهرجي، جو حق کان سواءِ بيو ڪوبه خيال منجهس مور نه گهڙي. جي ائين ڪندو ايندو ته آخر وڃي اهڙيءَ منزل کي پهچندو، جو ورهين جا ورهيه، بلڪ ساري عمر حق کان سواءِ بيو ڪوبه وهم يا گمان سندس من ۾ موراهين پيدا نه ٿيندو.

(٨) ياد داشت. سالڪ کي گهرجي ته حق جي طرف

ذوق ۽ شوق سان رجوع ٿئي، ۽ سدائين حق جي ڏيان ۾ رتو رهي.

انهن آٺن اصولن کان سواءِ ٻيا به اصول ٻن تعريف جوڳا ٺهرايا ويا آهن، جي هي آهن: (١) وقوف زماني ۽ (٢) وقوف عددي. خواجه نقشبند فرمايو آهي ته وقوف زماني، جي معني آهي ته سالڪ کي پنهنجي احوال کان واقف هئڻ گهرجي. هن کي هردم خبر هئڻ گهرجي ته سندس وقت ڪهڙيءَ ريت ۽ ڪهڙيءَ حالت ۾ ٿو گذري، يعني قبض (روحاني انڌاري) ۾ يا بسط (روحاني روشني) ۾. جي سندس وقت قبض جي حالت ۾ گذرندو هجي ته خدا جي عذرخواهي ڪري، ۽ جي بسط جي حالت ۾ ته خدا جي شڪرادائي ڪري. پنهنجين حالتن ۾ اها به خبر پئجي سگهنديس ته سندس پساه خدا جي حضور ۾ يا غفلت ۾ صرف ٿين ٿا، وقوف عددي جي جي باري ۾ خواجه نقشبند فرمايو آهي ته سالڪ کي ذڪر ڪندي سماءُ رکڻ گهرجي ته ڪيترا ڀيرا ذڪر ڪيو اٿس. ائين ڪرڻ سان سندس من مور نه ڀٽڪندو.

جيتوڻيڪ نقشبندي طريقو خواجه بهاءالدين نقشبندي جي نالي پٺيان سڏجي ٿو، تڏهن به هيءُ طريقو تمام جهونو ۽ اصلوڪو آهي. شريعت به آهي، طريقت به آهي؛ بلڪ ٻنهي جو جوهر آهي. ان جو سلسلو امام جعفرالصادق جي ذريعي حضرت ابوبڪر صديق سان هڪ پاسي وڃيو لڳي، ۽ حضرت عليءَ سان ٻئي پاسي. اهو پٽو سنبند

هن طريقي جو خاص اهڃاڻ آهي. حضرت ابوبکرصديق کي جهڙي سچي محبت پيغمبر صلعم لاءِ هئي، تهڙي ٻئي کنهن اصحاب کي هرگز نه هئي. انهيءَ محبت وچان هو پيغمبر صلعم ۾ هڄي حل ٿي ويو هو؛ ۽ سندس جذبي ۽ سلوڪ جو رستو سربستو امام جعفر الصادق تائين اچي رسيو. امام جعفر الصادق جي والده شريفه وري حضرت صديق اڪبر جي اولاد مان هئي. انهن ٻن نسبتن روحاني توڙي جسمانيءَ جي مدنظر تي امام جعفرالصادق فخر سان فرمايو ته "آنا ولدابوبڪر مرتين"، يعني "آءٌ ٻنهي طرح ابوبڪر جو اولاد آهيان". انهيءَ نسبت کان سواءِ، امام جعفرالصادق پنهنجن اباڻن کان وري ڏار نسبت ورتي، يعني حضرت عليءَ ۽ ان جي اولاد مان. انهيءَ ڪري هن گويا پنهنجي ڏاڏاڻي ۽ ناناڻي سلوڪ جو سنبند ڪيو. سندس ڏاڏاڻي سلوڪ جي خاص خوبي هئي معرفت جو ته حضرت علي پيغمبر صلعم جي 'مدينةالعلم' جو در هو؛ ۽ سندس ناناڻي سلوڪ جي خاص خوبي هئي محبت، جو ته حضرت صديق اڪبر پيغمبر صلعم جي محبت جو مخزن هو.

خواجه نقشبند هن طريقي تان ايامن جي چڙهيل ڪس ڪوري، ان کي وري اصلوڪي سوني صورت بخشي؛ ۽ پڻ ربط ضبط ۽ فڪر ذڪر جا قانون مقرر ڪري، ان کي پوري پيماني تي آندو. نقشبندي طريقي جو وڏو مرڪز وچ ايشيا ۾ آهي؛ پر ان جا پوئلڳ مشرق جي

هرهڪ ملڪ ۾ موجود آهن، خصوصاً ترڪيءَ، ترڪستان چين ۽ جاوا ۾. البت هندوستان ۾ ان جي پرويز اهڙي عام جاءِ نہ آهي. خواجہ مجدد الف ثاني شيخ احمدالفاروقي جنهن سنہ ١٦٢٥ع ۾ سرهند ۾ وفات ڪئي، سو پهريون شخص هو، جنهن هندوستان ۾ اچي هن طريقي جي دعوت ڏني. ڪانئس پوءِ سندس فرزند خواجہ محمد سعيد هن سلسلي جو پيشوا ٿيو. ان جي وفات بعد، ان جو فرزند شيخ عبدالاحد سجاده نشين ٿيو، جنهن کان پوءِ وري ان جو فرزند شيخ محمد حنيف گاديءَ تي ويٺو. شيخ محمدحنيف کان پوءِ ان جو فرزند خواجہ محمد زڪي طريقي جو اڳواڻ ٿيو، جنهن جي وفات بعد هن سلسلي جون واڳون سندس خاص خليفي خواجہ شيخ محمد ٺٽوي عرف خواجہ ابوالمساڪين کي سونپيون ويئون. هن صاحب وري پنهنجي امانت لواريءَ جي لاثاني لال، حضرت سلطان الاولياءِ خواجہ محمد زمان ڪلان قدس سره کي سپرد ڪئي. اها امانت اڄ ڏينهن تائين حضرت جن جي خاندان ۾ هلي اچي.

تـا قيامت آزمـايش دائـم ست<br>
پس بهر دوري ولـي قائم ست<br>
پس امام حي قائم آن ولي ست<br>
خواه از نسل عمر خواه ازعلي ست

---

# آبا ڏاڏا

لواريءَ جا لال، جنجي سونهاري سٽ جو سردار حضرت سلطان الاولياءَ خواجه محمد زمان ڪلان قدس سره هو، تن جو عالي نسب وڃيو حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه سان لڳي، تاريخون توڙي روايتون هن حقيقت جي تصديق ڏيئي رهيون آهن. نه فقط ايترو، اِڏن پڻ چاٽايل آهي ته جيڪي به بيشمار شاخون صديق اڪبر جي نسل مان ڦٽي نڪتيون آهن، تن مڙني مان هنن بزرگن جي شاخ وڏيڪ معتبر ۽ اصيل آهي. سندن شجرو هن ريت آهي:—

(۱) حضرت سلطان الاولياءَ خواجه محمد زمان بن (۲) شيخ حاجي عبداللطيف بن (۳) شيخ طيب بن (۴) شيخ ابراهيم بن (۵) شيخ عبدالواحد بن (۶) شيخ عبداللطيف ڪلان بن (۷) شيخ احمد بن (۸) شيخ بقا بن (۹) شيخ محمد بن (۱۰) شيخ فقرالله بن (۱۱) شيخ عابد بن (۱۲) شيخ عبدالله بن (۱۳) شيخ طائوس بن (۱۴) شيخ علي بن (۱۵) شيخ مصطفیٰ بن (۱۶) شيخ مالڪ بن (۱۷) محمد بن (۱۸) ابوالحسن بن (۱۹) محمد بن

(۲۰) طيار بن (۲۱) عبدالباري بن (۲۲) عزيز بن (۲۳) فضل بن (۲۴) علي بن (۲۵) اسحاق بن (۲۶) ابراهيم ابي بڪر بن (۲۷) قائم بن (۲۸) عقيق بن (۲۹) محمد بن (۳۰) عبدالرحمان بن (۳۱) حضرت ابوبڪر صديق رضه.

متي ذڪر ڪيل شجري جو سورهون شخص، شيخ مالڪ بن محمد، هڪ ڀيرا حج جي زيارت ڪندي، سهروردي سلسلي جي هاڪاري شيخ حضرت محمد يمانيءَ جي ساراهه سڻي، مڪي ۾ وڃي سندس مريد ٿيو. ڏيڍ سال کن جي عرصي ۾ مرشد جي فيض پريءَ نظر سان اهڙو رڱجي ويو، جو حضرت محمد يمانيءَ کيس پنهنجو خليفو نهرائي، اجازت ڏني ته پنهنجي پاڻ به وڃي تحقيق جي طالبن کي ارشاد ڏئي. اهڙيءَ طرح هن خاندان ۾ سهروردي سلسلو جاري ٿيو، جو پشت به پشت هلندو آيو؛ آخر اچي حضرت خواجه محمد زمان جي ڏاڏي شريف ۾ ختم ٿيو.

لواريءَ جي لالن جا وڏا سنڌ ملڪ ۾ عباسي خليفن جي ڏينهن ۾ آيا. يقين سان چئي نٿو سگهجي ته ڪهڙي سنه ۾ هنن ديس ڇڏي وڃي پرديس وسايو. روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته خليفي مهديءَ جي رحلت کان سال کن پوء، خليفي هارون الرشيد جي صاحبيءَ ۾، يعني قريب سنه ۷۸۶ع ۾ هي بزرگ سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيا. ڪهڙي سبب هنن هيءَ هجرت پاڻ تي هموار ڪئي، تنهنجي پڪ خاطرخواه سند پئجي نٿي سگهي. ان وقت

سنڌ تي عربن جي حڪومت هلندڙ هئي. سندن هموطنين لاءِ، خصوصاً وڏگهراڻن لاءِ، وڏا مان ۽ مرتبا ميسر هئا. جي هي صديقي بزرگ چاهين ها ته ڪين رياست ۾ دلگهريا عهدا عطا ٿين ها. پر ڪربلا جي قضيي کان پوءِ، هن خاندان جي وڏن امام حسين جي حيرت ڏيندڙ حال مان عبرت وٺي، پڪو په پچايو هو ته نه ڪڏهن رياست ڪنداسون ۽ نه ڪڏهن ڪنهن رياست جي نوڪري ڪنداسون. پنهنجن وڏن جي قول تي پورا رهي، هي مهاجر ننگر ٺٽي جي ويجهي چڪ ۾ اچي اڏي، قناعت جي ڪنڊ ۾ گذارڻ لڳا پيري مريديءَ جو طريقو ته اصل کان ئي جاري هون، جنهنڪري عام خلق ۾ سندن مڃتا ٿيڻ لڳي؛ ۽ جئن جئن ماڻهن جو منجهن ويو يقين وڌندو، تئن تئن سندن مريد ويا وڌيڪ ٿيندا. اگرچه اڪثر سجاده نشين ڪشف ۽ ڪرامت جا صاحب هئا. ۽ ظاهري توڙي باطني علم جا بحر، ته به سندن زندگيءَ جو نمونو نهايت سادو، سانتيڪو، نهٺو ۽ نماڻو هوندو هو. جيڪڏهن ڪو ڪين شيخ يا پير ڪري سڏيندو هو، ته به ڏاڍي مٺيان ايندي هين. پاڻ کي اڪثر فقير جي نالي سان سڏارائيندا هئا. صدين جون صديون ننگر ٺٽي ۾ غربت سان گذاريندا آيا. آخر ڪنهن سمي جنهن جو پورو سماءُ پئجي نٿو سگهي، پر شايد سمي گهراڻي جي حڪومت جي شروعات ۾، جڏهن خانه جنگيون هڪ پاسي جاري ٿي رهيون هيون ۽ ننگر ٻئي پاسي ڦٽڻ پر

اچي ويٺو هو، تڏهن هن خاندان سنڌ ملڪ کي خيرآباد
چئي، وچي ڪيچ ملڪ ۾ واسو ڪيو.

## شيخ عبداللطيف ڪلان

ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪيچ ۾ لڏي وڃڻ پڄاڻان، هيءَ
خاندان سنڌ سان هرويرو لاڳ لاهي نه ويٺو. سنه ٩١٠
هجري (١٥٠٤ع) ڌاري شيخ عبداللطيف ڪلان مريدن
جي ميڙن منٿن تي موٽي اچي سنڌ ۾ وطن اختيار ڪيو
پنهنجي خاندان جي چوڏهن سهروردي شيخن مان هيءَ
صاحب علم ۽ عرفان ۾ مڙني کان مٿي هو. گھڻيئي عمدا
۽ ناپئد ڪتاب جوڙيائين، جن ۾ مريدن کي خدا جي
طلب ۽ توه حاصل ڪرڻ جي تنبيه ڪئي اٿس. هميشه
خلوت ۾ گذاريندو هو. ٻين پيرن وانگر مريدن جي درن
تي دورو نه ڪندو هو. سدائين زهد ۽ رياضت ۾ مشغول
رهندو هو، ۽ پڇاڙيءَ تائين هڪ دم به ڌڻيءَ کان غافل
نه رهيو. سؤ سالن کان به مٿي جيئرو هو، ضعف ۽ پيريءَ
هوندي به شريعت جي ڪنهن به عمل کان نه گسايائين.
هرروز تسبيح ڦيريندو هو، ۽ هر رات پنجويهه هزار ڀيرا
ذڪر ڪندو هو. سندن مريد گھڻو سمجھائيندا هئس ته
ته حديث موجب پيرسن ۽ ضعيف مڙني ٻنڌڻن کان آجا
آهن؛ پر هو هميشه ڪين ائين ٿي چوندو هو ته ”ڪي
به هجي؛ آءٌ ته آخرين دم تائين پنهنجا سڀ فرض ادا
پيو ڪندس. سمجھو ته مون وٽ ڪو نوڪر چاڪر
ڪونهي ۽ ڪو ماڻهو اچي ٿو منهنجو در کڙڪائي چوي

ته "آءٌ اوهان لاءِ فلاڻي وقت هڪ سو ڪڙي ڪٺي آيو آهيان" آءٌ جيڪر بستري داخل هجان، ته به اٿي وڃي در لاهي اها سو ڪڙي وٺان. جڏهن دنيوي نعمتن لاءِ انسان کي هيڏو شوق آهي، تڏهن الاهي نعمتن لاءِ ته اٿلو ان کان به وڌيڪ شوق هئڻ گهرجيس. درحقيقت عبادت ڪرڻ آهي الاهي نعمتن جو دروازو کولڻ." سندس مبارڪ وات مان ڪڏهن به ڪو گٿو يا ناشائستو لفظ نه نڪتو، ۽ نه ڪڏهن ڪنهن کي پٺ پاراتو ڪيائين. نهايت پلارو هوندو هو. جيڪڏهن ڪنهن کان ڪا عظيم خطا ٿي ويندي هئي، ته فقط هيءُ لفظ سندس زبان مان نڪرندا ويندا هئا: "الله ڏورن کي انساني صورت ۾ خلقيو آهي،" يا "الله ڏورن جا روح انسانن ۾ داخل ڪيا آهن."

شيخ صاحب گهڻيئي ڪرامتون ڏيکاريون، جن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ڪجي ٿو:

(١) هڪ لڳا سندس مريدن جو هڪ ٽولو رات جي وڳڙي ۾ برپٽ مان پئي لنگهيو. اوچتو مٿن ڪي رهزن يعني ڌاڙيل اچي ڪڙڪيا. ڏاڍو هراسجي ويا. پر مرشد کي پڪاري ارداسي ڪيائون ته "هن ويل اچي اسان جو حامي ٿيءُ." پلڪ چوڏس چانڊوڻو ٿي ويو ۽ هڪ هسوار اچي پر گهٽ ٿيو. هن جي مبارڪ جسم سج جيان جهالا پئي ڏنا. هيءُ لقاءُ ڏسي، رهزن دهلجي ويا، ۽ جهنگ منهن ڪري اٿي ڀڳا. هسوار وڌي مريدن ڀيڙو ٿيو. مريدن سهي سڃاتو ته هيءُ اسان جو موچارو مرشد آهي. پوءِ

تہ ڪين پڪاري چيائين تہ ”اوهين بنا خطري واٽ وٺيو هليا وڃو. آءٌ لوٽيرن پٺيان ٿو وڃان.“ اڃا ائين چيائين ڪين تہ آلوپ يعني غائب ٿي ويو، ۽ وري اڳي وانگر انڌارو ٿي ويو.

(٢) هڪ مريد کي لڳت جو حساب ٿي پيو گهڻائي ٽوٽا ڦيٽا وجهارايائين، پر ڪٿوئي ڪين. ڏينهن ٿڌ، ڏينهن وڌ. آخر لنگهي ويو شيخ صاحب وٽ، جنهن کي هن جو اهڙو حال ڏسي، ڏاڍي ٻاجهہ آئي. اوڏي مهل پيشن جي نماز جي تياري هئي، ۽ هن مفلوڪ ڪؤنرو ڪٺي شيخ صاحب کي ڏنو. وضوءَ وقت شيخ صاحب جي سونهاريءَ مان ٻہ چار موءِ مبارڪ ڇڻي اچي هيٺ پيا. سندس چاڙ ٻنا، هن مريد اهي وار ڪٺي وڃي تعويذ ڪري پاتا. اِن ويل کان وٺي جنن ڀوتن جو نالو نشان گم ٿي ويو؛ ۽ هو اڳي کان اگرو ٿي پيو. ڪجهہ ڏينهن پڄاڻان هو سخت بيمار ٿي پيو، اهڙو جو سندس بچڻ جي اميدئي ڪانہ هئي. آخر ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي، موءِ مبارڪ کي تعويذ طور جند جان سان جڙي ڇڏيائين. رات جو ڏسي تہ سندس ساري جسم مان شعاع پيا نڪرن. حيرانيءَ ۾ پئجي ويو. دليل ڊوڙائي ڊوڙائي، نيٺ سهي ڪيائين تہ اهو سڀ موءِ مبارڪ جو آثار آهي. تعويذ کولي ڪٺي ڏسي تہ سڄو گهر ڏياتيءَ جيان پيو چمڪي. پوءِ تہ گهري ننڊ وٺي ويس، صبح جو اُٿي تہ نؤبنو.

(٣) هڪ ڏينهن ڪن مريدن اچي عرض ڪيو تہ

”قبلا، فلاڻي راڄ سان اسان جو ذاتي زنگ آهي. هاڻ هو اسان سان لڙائيءَ لاءِ سنڀري رهيا آهن. هونءَ ته اسانکي هنن جي پرواه نه آهي، پر هن وقت اسانجي راڄ جا گهڻا ماڻهه ٻاهر ويل آهن انهيءَ صورت ۾ اسين دشمن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار نه آهيون.“ مريدن جو هيٺو حال ڏسي، شيخ صاحب کي رحم آيو، کين هڪ سٽ جو ويڙهو ڏيئي فرمايائين ته ”جيستائين اوهانجا رفيق خيرن سان موٽي اچن، تيستائين هيءَ سٽ وڃي ڳوٺ جي چؤگرد ويڙهي ڇڏيو. پوءِ اوهانجي دشمنن کي ڳوٺ اندر گهڙي اچڻ جي مجال ئي ڪانه ٿيندي.“ مريدن وڃي ائين ڪيو، عجب اسرار ٿي ويو. رات جو دشمن ڏسن ته ڳوٺ جي چوگرد هڪ لوهائون ڪوٽ لڳو پيو آهي. اچرج ۾ پئجي ويا. پانيائون ته پاڄي کنهن ٻئي هنڌ آيا آهيون؛ سو موٽي اٿي هليا. ٻيءَ رات سهي سنڀري وري آيا. ڏسن ته ڳوٺ جي اوڏيءَ چڪ ۾ هڪ خوفناڪ خندق ڇولون پيو ماري. هاڻ ته هيڪاري حيرت ۾ پيا، ۽ پيچ پائي اٿي پڳا. صبح جو چاري روانا ڪيائون، پر انهن کي ڪي به نظر نه آيو. وري ٽينءَ رات نئين سر ڪاه ڪيائون. ڏسن ته ڳوٺ جي مهاڙ ۾ هڪ هيبتناڪ چشمو گجگوڙون پيو ڪري. خارن وچان پاڻ اُڇلائي آب ۾ وڌائون. پانيائون ته تري وڃي پار پهچنداسون. پر پاڻي باه جهڙو ڪوسو هو؛ سو واڪا ۽ رڙيون ڪري ٻوڙي هٿيا. اهڙيءَ ريت پورا پندرهن ڀيرا نااميد ٿي موٽيا.

ايتري ۾ مريدن جا واهرو به وريا. پوءِ ته لاچار وڃي سندن پيش پيا ۽ شيخ صاحب جي ڪرامت جو احوال سڻي، پاڻ به وڃي سندس مريد ٿيا.

گمناميءَ جي گوشي ۾ گذاريندي به، شيخ صاحب جي آچرجن جو پڙاڏو ڏورانهن ڏيهن تائين وڃي رسيو. دهليءَ جي دارالحڪومت ۾ به سندس ناماچار ڦهلجي ويو ۽ ان وقت جي مغل بادشاه کيس پاڻ وقت گهرائي ورتو. جڏهن وڃي بادشاه جي سنمک ٿيو، تڏهن هن کانئس سندس اصل نسل بنسبت پڇا ڪئي. شيخ صاحب فرمايو ته "اوهان جا مون تي مهر جي نظر ڪئي آهي، سا ڪهڙي لحاظ کان؟ منهنجي حسب نسب جي صدقي يا منهنجي سهروردي سلسلي جي صدقي؟" بادشاه وراڻي ڏني ته "انهن ٻنهي مان اوهين پاڻ پنهنجو فخر ڇا ۾ ٿا سمجهو؟" شيخ صاحب فرمايو ته "منهنجي نظر ۾ منهن جو سلسلو ئي منهنجي فخر جو باعث آهي. پنهنجي خاندانيءَ تي مون هرگز فخر نه ڪيو آهي. سيدن ڪريمن جي نسب کان بهتر نسب ڪهڙي ٻني بشر جو ٿي سگهندو؟ مگر تنهن هوندي به ان مان هنن کي ڪهڙو سوياسو رسيو؟ آڏلو انهيءَ ڪري ئي ٻني آمين کين شهادت جو شربت چکايو. اهڙي حادثي بعد حسب نسب جو فخر دنيا مان پر ڪري آڏامي ويو." هي حرف سڻي، بادشاه مشڪيو. پوءِ علمائن کي امر ڪيائين ته "تحقيقات ڪري، شيخ صاحب جو شجرو تيار ڪريو." شاهي فرمان مطابق

علمائن جفائون ڪري، تاريخون ۽ حديثون تپاس ڪري، هڪ سند تيار ڪئي. ان ۾ 'مرواريد سفته' ۽ پين نسبنامن جي شاهديءَ موجب ثابت ڪيائون ته شيخ جي خاندان جي شاخ اصل صديقي آهي، جنهن بنسبت پيون مڙيئي شاخون فروع آهن. پوءِ ان سند تي بادشاه پنهنجي مهر هڻي، شيخ صاحب جي هٿ ۾ ڏني، ۽ کيس وڏا انعام اڪرام ڏيئي، وري وطن وڃڻ جي اجازت ڪئي. اها سند شيخ صاحب جي پوٽي شيخ ابراهيم وٽائي ڇڏي. حج تي ويندي، غوراب غرق ٿي ويو: ۽ شيخ ابراهيم جي مڙي سان سند به وڃي خواجه خضر جي حوالي ٿي پوءِ وري حضرت خواجه محمد زمان جي والد شريف جي ڏينهن ۾ ڪلهوڙن تفحص ڪري هڪ نئين سند تيار ڪرائي، جا هن خاندان ۾ اڄ تائين سانديل آهي.

شيخ عبداللطيف ڪلان کي ٽي پٽ هئا. هڪڙو ياءُ به هوس، جنهن جو نالو شيخ شمس الدين هو. ان جي قبر قديم لواريءَ ۾ آهي ۽ معروف مڪان آهي. شيخ شمس الدين وڏيءَ پچنديءَ وارو عارف هو. صبح جو اٿندي شرط پڇندو هو ته ”در تي ڪو سوالي ته ڪونه بيٺو آهي؟“ جي ڪو بيٺو هوندو هو ته پهريائين ان جي من جي منشا پوري ڪندو هو، ۽ پوءِ پيو ڪم ڪار ڪندو هو. شيخ عبداللطيف ڪلان جو مزار شريف راڻوڙ جي ڪوٽ ۾ آهي. ڪوڙين سندس آسن تي اچي، من مرادون پوريون ڪندا آهن.

# شيخ ابراهيم

شيخ عبداللطيف ڪلان جا ٽيئي پٽ هڪٻئي پٺيان هلي رهيا، ۽ سواءِ هڪ جي جنهن جو نالو شيخ عبدالواحد هو، ٻئي ڪنهن کو اولاد نه ڇڏيو. جڏهن شيخ عبدالواحد وصال ڪيو، تڏهن سندس هڪڙو ٽي پٽ سال کن جو هو. وصال وقت انهيءَ ادم کي گود ۾ وهاري، پاڻ واري امانت پنهنجيءَ دستار ۾ اوتي؛ وصيت ڪيائين ته "جڏهن هيءُ ٻچڙو چوڏهن ورهين جو ٿئي، تڏهن هيءَ دستار سندس سر تي ڌريندا ته طريقت جو نور پاڻهي منجهس پلٽجي ويندو." مقرر ڪيل ميعاد تي وصيت جي بجاوري ڪئي ويئي؛ ۽ شيخ ابراهيم الاهي نور جو ڀنڊار بڻجي پيو. ننڍپڻ جي وقت ۾ ميان مقيم سندس پالنا ڪندو هو. شيخ ابراهيم جو مقبرو ڪڇ ملڪ جي نري نالي ڳوٺ ۾ آهي؛ ۽ مشهور زيارتگاه آهي. هن صاحب به ڪيتريون ڪرامتون ڏيکاريون، جن مان ڪن جو ذڪر ڪجي ٿو:

(۱) هڪ لڳا هڪ دوست سندس هٿ چمي عرض ڪيو ته "قبلا، گهڻيئي ڀيرا حج جي زيارت لاءِ سنبريو آهيان، پر پاڻ ۾ توفيق نه ساري هيل تائين هن آرزوءَ کان نراس رهيو آهيان." شيخ ابراهيم فرمايو ته "مون کي پڻ اها آرزو آهي، مگر اڃا ڪو اهڙو دلگهريو دوست ڪونه مليو اٿم جنهن سان همراه ٿي وڃان. اڄ ذي الحج جي ۸ تاريخ آهي. انشاءالله، پاڻ ٻئي هلي هن مهيني ۾

ٿي حج ڪري ايندا هون." سندس دوست کي نهايت عجب لڳو ته هڪ ٻن ڏينهن ۾ ڪيئن وڃي مڪي شريف ۾ رسبو؛ سو پاڻ ٻيائين ته شيخ صاحب جي گفتي ۾ ڪو پيچ رکيل آهي. ٻئي ڏينهن شيخ صاحب آڏيءَ مهل اٿي پنهنجي دوست کي سجاڳ ڪيو. ٻنهي گڏجي وضو ڪري احرام اوڍيو. پوءِ هٿ هٿ ۾ ڪري، وٺي ڊوڙيا. اڃا پهر ڪن گذريو ته ڏسن ته اچي حرم شريف ۾ پهتا آهيون. پره ڦٽيءَ جو حاجين سان گڏجي عرفات ڏي راهي ٿيا. ٽن ڏينهن ۾ اتان فارغ ٿي، ٻين ٽن ڏينهن ۾ اچي مديني منور ۾ رسيا. روضه مبارڪ جي زيارت ڪري، واپس وريا؛ ۽ پوري ستين ڏينهن سوٽي وطن آيا. 'لطيفة التحقيق' جو صاحب چوي ٿو ته "مون انهيءَ دوست کي پنهنجن اکين سان ڏٺو هو. پڇيومانس ته "ڪاڏي پيتي ۽ ڪپڙي گنديءَ لاءِ ڪو سمر ساڻ ڪنيو هئائين يا نه؟" وراڻي ڏنائين ته "شيخ صاحب سموري خرچ جي غيب عالم مان پورائي پئي ڪئي. مڪي ڪان عرفات ۽ منا تائين اُٺ ڪرڻا پيا، جن جو ڀاڙو شيخ صاحب از خود پيدا ڪيو.

(٢) هڪ ڀيري شيخ ابراهيم ڏهن مريدن سان گڏ سفر ڪندو، وڃي درياه جي ڪپ وٽ نڪتو. وچٿو هون، پر پاتڻيءَ جو ٻتو به ڪونه هو. آخر پنجن مريدن کي ساڄي پاسي ۽ پنجن کي ڏائي پاسي ڪري، هٿ هٿ ۾ ملائي، پاڻيءَ مٿان پنڌ ڪندا، وڃي پار پهتا. ڪنهن جي جتي به پاڻيءَ ۾ نه پسي.

(۳) هڪ لڳا هڪ مريد سان گڏ راه وٺبو پئي ويو اوچتو ڏاڙيل اچي متانئن ڪڙڪيا ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، مريد کي هٿ کان وٺي، آئي هوا ۾ اڏاڻو. پئي چڙا ڏه ميل پرواز ڪندا پئي ويا، ۽ ڪيترن واٽهڙن اهو اچرج اکين سان ڏٺو.

## شيخ طيب

هيءُ صاحب شيخ ابراهيم جي چئن پٽن مان هو. زاهد ۽ عابد ته هڪڙوئي هو. هر رات پنجاه نفل ساري پڙهندو هو. تن کي تسا ڏيندو هو ۽ فاقا ڪيندو هو. هلت چلت جو نمونو نهايت سادو هوندو هوس. ڏن دولت کان ونءُ ويندو هو. هڪ ڏينهن ڪنهن شخص چيس ته ”اوهان وٽ ته ڪل نعمتون موجود هونديون.“ مشڪي جواب ڏنائين ته ”البت، ڪنهن جي محتاجي نه ڪرڻ هڪ وڏي نعمت آهي، جنهن جي اسان وٽ بيشڪ ڪمي ڪانهي.“

’لطيفة التحقيق‘ جو صاحب چوي ٿو ته ”هڪ لڳا مون باراني پوک ڪئي، پر برسات بنه ڪانه پيئي، ۽ سڄي پوک سڪي ويئي. سو لنگهي ويس شيخ صاحب وٽ. حال احوال اوري چيومانس ته ’ڪا دعا ڪريو.‘ فرمايائين ته ’تون آهين سيد ۽ ٻيو وري آهين قادري طريقي جو، سو اسان جي صلاح ڪٿان ميجيندين؟“ مون هٿ جوڙي، عرض ڪيو ته ’قبلا، آءٌ ڪنهن به اولياءَ جو انڪار نٿو ڪريان. اوهين جيئن فرمائيندا، ائين آوس

ڪندس، پوءِ فرمايائين ته ’پني جي وچ ۾ ويهي‘ آسمان ڏي نهاري، ست ڀيرا پڪاري چؤ ته ’شيخ طيب‘ حليب الابل‘، يعني اُٺ جو کير ٿو گهري.‘ مون کي نهايت عجب لڳو ته اُٺ جي کير جو برسات سان ڪهڙو واسطو؟ پر ويساه آڻي، تي ڏينهن سانده ائين وڃي ڪيم. خدا جوڙ جو مينهن به اوڙڪون ڪري اچي وسيو. ۽ تل ترابون پري تمتار ڪري وڌائين. هيءَ اچرج ڏسي، آءٌ شيخ صاحب جي شڪرادائي ڪرڻ ويس. پوءِ پڇيومانس ته ’قبلا، اُٺ جي کير جو برسات سان ڪهڙو لاڳاپو آهي؟‘ مشڪي ورائي ڏنائين ته ’قرآن شريف ۾ فرمايل آهي ته ’افلا ينظرون الي الابل ڪيف خلقت.‘ هن آيت ۾ ’ابل‘ لفظ جي معنيٰ اُٺ به آهي ۽ ڪڪر به آهي، ۽ ان جو کير به برسات آهي.‘‘

## شيخ حاجي عبداللطيف نقشبندي

هيءُ صاحب شيخ طيب جو پٽ هو. کيس اڪثر شيخ حاجي ڪري سڏيندا هئا. نهايت نيڪ نيت، سخي ۽ ٻاجهارو هوندو هو. عابد ۽ مجتهد ته هڪڙو ئي هو. سارو ڪلام الله ڪنٺ هوندو هوس. رمضان مهيني جي هر رات ان جو دؤر ڪندو هو. ظاهري توڙي باطني علم ۾ بينظير هو، ۽ معرفت جو درياه هو. درويشن جو دوست هو ۽ مهمانن جو مشتاق. اصل قديم لواريءَ ۾ رهندو هو، پر ننڍپڻ ۾ ئي درسي تعليم لاءِ ننگر ٺٽي ۾ روانو ٿيو. اتي شيخ فيض الله بن مخدوم آدم نقشبنديءَ جو

سنگ ڪري، اباڻو سهروردي طريقو بدلائي، نقشبندي طريقو اختيار ڪيائين. شيخ فيض الله جي وفات بعد، مخدوم آدم جي خليفي شيخ ابوالقاسم جي صحبت ۾ ڪجھ وقت گذاريائين ۽ سندس فيض سان رڇي ريڻو ٿيو.

شيخ حاجي نياز ۽ نئڙت جي مورت هو. 'لطيفة الحقيق' جو صاحب چوي ٿو ته "هڪ لڳا آءٌ شيخ صاحب جي ڪچهريءَ ۾ حاضر هوس. ان وقت هالن وارن مخدومن مان هڪ ڄڻو اچي وٽس مهمان ٿي لٿو. ان جي پنهنجن هٿن سان خدمت ڪيائين؛ ۽ سارو وقت سندس اڳيان بيٺو رهيو. پر ۾ پڇيومانس ته "نسب توڙي سلسلي ۾ اوهين مخدومن جا ثاني شريڪ آهيو. پوءِ سندن هيڏو ادب ڪيئن ٿا ڪريو؟" وراڻي ڏنائين ته "اسان جي وڏن جي مرشد شيخ محمد يمانيءَ مخدومن جي وڏن جي بيعت ڪئي هئي، سو آخر هو اسان جا مرشد ڏي ڇٽيا؛ ۽ البت شاگردن کي استادن جو ادب ڪرڻ گهرجي."

شيخ حاجيءَ کي ٽي حرم هئا. پهرئين مان ٽي پٽ ڄاوا، ۽ ٻي گهر مان ٻه نياڻيون. ٽيون گهر درس عبدالسلام جي نياڻي هئي. انهيءَ بيبيءَ سڳوريءَ مان حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان ڪلان جو تولد ٿيو. هن امل ماڻڪ جي آمد بنسبت جي اڳڪٿيون ٿيل هيون، تن جو احوال اڳتي ڏنو ويندو.

شيخ حاجي سدائين صبر ۽ شڪر ۾ رهيو. ماڻهو ٻه سندس فيض ۽ فضيلت ڏسي، مٿس موهت ٿيندا ويا.

شيخ حاجيءَ جي وفات جي تاريخ جو پورو پتو پئجي نٿو سگهي. تخميني روءِ، سنه ۱۱۴۹ هجري (۱۷۳۶ع) ۾ وصال ڪيائين. سندس مزار شريف لواريءَ پرائيءَ ۾ آهي.

شيخ حاجيءَ گهڻيئي ڪرامتون ڏيکاريون، جن مان ڪن جو ذڪر ڪجي ٿو:

(۱) هڪ وڏگهراڻيءَ عورت کي لڳت جو حساب ٿي پيو. دوائن سڀين ۽ ٽوڻن ڦيڻن مان فائدو ته فائدي جي ماڳ؛ اٽلو حالت ويئي ابتر ٿيندي. آخر هڪ ملي هام هنئي ته ”آءٌ تو مائيءَ جو علاج ڪريان.“ مائيءَ جا مائٽ خوش ٿي گهر وڃي آيس. مائيءَ ۽ مون کان سواءِ پيو ڪوبه اندر نه رهي؛ ۽ دروازو بند ڪري ڇڏيو.“ سڀيئي ڪمري مان ٻاهر نڪري ٻاهر ٿيا. پوءِ ملي وڃي پنهنجون جهاڙون ڦوڪون شروع ڪيون، جن تي جڻ جو هيبتناڪ هلاچو ٿيو. پر پلڪ ۾ مائيءَ واڪا رڙيون ڪيون ته ”دروازو کوليو! ڏسو ته ملي سان ڪهڙي ڪار ٿي رهي آهي!“ دروازو ڪٿي کولين ته ڏسن ته ملو چٽ ۾ ٽنگيو پيو آهي. لاهي هيٺ ڪيائونس، پر ڏسن ته مئو پيو آهي. سڀيئي اچرج ۾ پئجي ويا، ۽ آسرو لاهي ويهي رهيا. آخر هڪ ڏينهن ڪنهن واٽهڙوءَ کان خبر ملين ته ته مائيءَ جو دارون شيخ حاجيءَ بنا ٻيو ڪير نه ڪري سگهندو. سو مائيءَ کي ساڻ ڪري، شيخ حاجيءَ وٽ لنگهي ويا، شيخ صاحب جي شڪل ڏسي، جن پڪاري

چيو ته ”مائيءَ جا مائٽ هڪ حرامخور ملي ڪري وٽي آيا هئا ته هو مون کي هڪالي ٻاهر ڪڍي. پر هن جي شڪل اهڙي ته منحوس هئي، جو مون کي پاڻ ڏاڍا خار آيا. پر اوهان جو مبارڪ منهن ڏسي، آءٌ ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. آءٌ اوهان جو ٻڌو ٻانهو آهيان، جيئن فرمائيندا، ائين ڪندس.“ شيخ حاجيءَ فرمايو ته ”هن ڪان اڳ، تنهنجي هلندي هئي؛ اڄ کان پوءِ اسان جي هلندي. هاڻ مون سان وعدو ڪر ته وري مائيءَ ۾ مور واسو نه ڪندين.“ جن جواب ڏنو ته آءٌ پڪو انجام ٿو ڪريان ته وري ڪڏهن به هن مائيءَ کي نه ستائيندس؟“ ائين چئي، جن مائيءَ مان نڪري ويو؛ ۽ وري عمر ڀر هن جي ڀچر نه ڪيائين.

(۲) هڪ خبيث جادو ڪامڻ جي فن ۾ ماهر هو. انهيءَ جي ذريعي، اشرافن کي ڦندي ۾ ڦاسائي خراب ڪندو هو. هڪ لڱا ڪنهن درويش جي نياڻيءَ تي موهت ٿي، کيس تابع ڪرڻ لاءِ پنهنجا جنتر منتر پڙهڻ لڳو. انهن جي ڪشش تي، ويچاري مائي اُٺي ڏانهس ڊوڙڻ لڳي. ايتري ۾ ڀٽس کي پروڙ پئجي ويئي، سو وات تان ئي ورائي آيس. درويش جي دل مان اوچتي آه نڪري ويئي، جنهن هٽي هنڌ ڪيو. ڪامڻگور مرض ۽ مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويو. جڏهن کيس خبر پيئي ته انهيءَ درويش جي پٺ لڳل اٿم، تڏهن وڃي ڪانئس معافي مڱيائين. پر درويش چيس ته ”قضا جو قلم وهي ويو! هاڻ هيءَ

ڳالهه منهنجي وس کان ٻاهر آهي، سو وڃي ڪنهن وليءَ جي دامن وٺ.“ نراس ٿي موٽيو، ۽ ڪجهه مدت تائين پئي ڇيڇلايائين. آخر دل جهلي شيخ حاجيءَ وٽ لنگهي ويو، ۽ ڪارون ڪڪارون ڪري، درد جي دوا مڱيائين. شيخ حاجيءَ کي رحم اچي ويو؛ ۽ هڪ نظر سان ڪيس ڏڌو بنو ڪري ڇڏيائين.

# حضرت سلطان الاولياء خواجه محمد زمان
# ڪلان قدس سره

مشرق جي ماڻهن جو عام اعتقاد آهي ته جڏهن جڏهن ڪو عجيب واقعو وارد ٿيڻ تي هوندو آهي يا جڏهن جڏهن ڪو ڏاڍو ڏڌو فطرت جي ڪک ۾ سمايل هوندو آهي، تڏهن تڏهن ڪن رندن کي ان راز جو اڳيئي پرو پئجي ويندو آهي. مثلاً، جڏهن حضرت عيسيٰ بيبي مريم جي پيٽ ۾ هو، تڏهن ان جي تولد جو چاڻ شمعون کي ڪيو ويو هو، ۽ خود حضرت عيسيٰ کي وري حضرت محمد صلعم جي آمد جو اطلاع ڪيو ويو هو. ڪيترن اوليائن جي باري ۾ پڻ اهڙيون اڳڪٿيون ٿيل هيون. ساڳيءَ طرح حضرت خواجه محمد زمان بابت پڻ ڪيتريون ئي پيشينگويون ٿيل هيون، جن جو بيان هيٺ ڏجي ٿو:

(۱) مولانا مخدوم آدم ٺٽوي، جنهنجي فرزند شيخ فيض الله جي بيعت ڪري، شيخ حاجي عبداللطيف نقشبندي طريقي ۾ داخل ٿيو، تنهن حضرت خواجه عروة الوثقيٰ محمد معصوم جي فرمودي موجب ننگر ٺٽي ۾ هڪ وڏي خانقاه جوڙائي هئي. انهيءَ خانقاه جي زيارت لاءِ

صفا جا صاحب اڄ ڏينهن سوڙو ڪٽان جو ڪٿان ڪهي ايندا آهن. هڪ ڏينهن مخدوم صاحب مريدن کي آماڪ ڪاري چيو ته ”آءٌ اوهانکي يقين ٿو ڏيان ته جلد ئي هن خانقاه ۾ هڪ گهوڙاڻو اچي تعليم ۽ تربيت وٺندو. ان ۾ نقشبندي طريقي جون ڪل لياقتون وڃي ڪمال ڪنديون.“ هيءُ اشارو حضرت جن جي وجود مسعود ڏي هو.

(۲) هڪ دفعي شيخ فيض الله سرهند شريف جي سفر جو سانباهو ڪيو. سندس دوستن ۽ مريدن مان ڪجھ ڄڻا ساڻس گڏجي وڃڻ لاءِ تيار ٿيا. شيخ حاجيءَ جي به خواهش ٿي ته جيڪر آءٌ به هڪوار زيارت ڪري اچان. جڏهن سارو آتالو آسهي اَگهير ٿيو، تڏهن آمالڪ شيخ فيض الله شيخ حاجيءَ کي مخاطب ٿي فرمايو ته ”خانقاه خالي ٿي ويئي آهي، سو اسانجي مرضي آهي ته اوهين موٽي وڃو. اسين اوهان سان انجام ٿا ڪريون ته ويندي شرط حضرت خواجه سرهنديءَ کي اوهانجي هر طرح پارت ڪنداسون.“ فرمان اکين تي ڪري، شيخ حاجي واپس وريو. جڏهن سپ خيرن سان موٽي ماڳن تي آيا، تڏهن شيخ فيض الله شيخ حاجيءَ کي مبارڪ ڏيئي چيو ته ”اسان جڏهن حضرت جن کي اوهانجي سفارش ڪئي، تڏهن پاڻ فرمايائون ته ’شيخ حاجيءَ جو سلوڪ صحيح آهي، ۽ جيڪا به ترقي ڪري چڪو آهي، سا في الحال ڪافي آهي. باقي اسين ڪيس بشارت ٿا ڏيون

تہ سندس صلب مان سگھوئي ھڪ فرزند ارجمند پيدا ٿيندو جنھن ۾ اسان جي طريقي جا ڪل نور ۽ لياقتون ڪٺيون ھونديون.“

(۳) ھڪ ڏينھن مخدوم آدم جي مشھور خليفي شيخ ابوالقاسم بن ابراھيم اصحابن سميت ھڪ وڏي نم جي وڻ ھيٺ اچي ويسانھن ڪئي. خواجہ ابوالمساڪين، شيخ حاجي ۽ مولانا عبدالسلام بہ حاضر ھوا. وڻ نھايت اوچو ۽ موڪرو ھو، ۽ ان وقت ڦلاريو بيٺو ھو. ساري زمين ٻور ۽ نمورين سان ڇانئي پيئي ھئي. جنس جنس جي پرندن جا ميڙ مٿانئس متا پيا ھئا. انھن جي مختلف لاتين جو ماچانگ متو پيو ھو. پکين جي ايڏي پيہ پسي، سيپئي وائڙا ٿي ويا. اوچتو شيخ ابوالقاسم خواجہ ابوالمساڪين ڏي نھاري فرمايو تہ ”اوھان جي صحبتين منجھان سٽٺي ھڪ مرد اھڙي ڪماليت حاصل ڪندو جو حق جا طالب ان جي چوڌاري ايڏي وڏي انداز ۾ اچي مڙندا، جھڙو ھي پرندا ھن وڻ جي مٿان اچي گاھٽ ٿيا آھن.“ پوءِ شيخ حاجيءَ ڏي منھن ورائي فرمايائون تہ ”اھو مرد اوھان جي صلب ۾ سمايل آھي.“ مولانا عبدالسلام کي ھيءَ ڳالھہ دل ۾ ڪُڪي آئي، ڇو تہ سندس والد مرحوم ميان ذڪريا اھا اڳڪٿي شيخ ابوالقاسم جي مبارڪ زبان مان اڳيئي ٻڌي ھئي، جنھنڪري پنھنجي اولاد کي وصيت ڪري ڇڏي ھئائين تہ ”جڏھن اِھو انسان ڪامل پاڻ کي پڌرو ڪري، تڏھن اوھين سندس اطاعت ڪري،

پاڻ ملائجو.“ مولانا عبدالسلام اتي جو اتي پنهنجيءَ نياڻيءَ جو سڱ، شيخ حاجيءَ سان ڪيو، انهيءَ مراد سان ته من اهڙي اعليٰ انسان جي ولادت جو ٻخرو سندس نياڻيءَ کي ئي اهو شرف نصيب ٿيو.

(٤) وتائي نالي هڪ مجذوب فقير هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مستيءَ جي موج ۾ اچي، شيخ فيض الله جي مريدن کي وٺي گارگند ڪندو هو ۽ پاڻ پٺيءَ تي لتون هڻندو هون. هڪ ڏينهن اُمالڪ وڃي شيخ حاجيءَ جي پٽ تي چميون ڏنائين. شيخ اوپائي نالي هڪ شخص پڇيس ته ”هونءَ هميشه سڀني کي گاريون ۽ لتون ڏيندو وتين؛ اج ڪهڙو ڏينهن ٿو آهي جو شيخ حاجيءَ سان دل لڳائي اٿيئي؟“ وتائي وراڻي ڏني ته ”چو نه هن جي پٽ چمان؟ ان پٽ ۾ هڪ فرزند پيو پسان، جو نور سان پريو پيو آهي. درحقيقت چميون به انهيءَ نور کي تو ڏيان. پيو ته جن جن شخصن کي گاريون ڏنيون اٿم تن سان گويا وڙ ڪيا اٿم. چو ته انهيءَ ريت مون هنن جي دلين تان ڪس ڪوري ڪڍي آهي، ۽ جن جن ماڻهن کي لتون هنيون اٿم، تن کي اوترين لتن جيترا صالح پٽ پراپت ٿيندا، جنهن بعد وري اوترائي صالح پٽ پئدا ٿيندن.“

شيخ حاجيءَ کي انهن اکڪتين ۾ پورو ويساه هو. جڏهن ڪو فرزند ڄمندو هوس، تڏهن ان جي ڇمڙيءَ ڏي ڇتائي نهاري چوندو هو ته ”هيءُ اهو ته نه آهي.“ تي

پڻ هڪڙي پنيان ڇاوس، جي نا صالح ٿي ساماڻا. خود اهي نالائق ڇٽر ڪري چوندا هئس ته ”ڪٿي آهي اهو ڪامل انسان جنهن لاءِ واجهائيندا وتو؟“ شيخ حاجيءَ جو ايمان هرگز نه هليو. آخر اميد پوري ٿيس.

حضرت جن جو تولد رمضان مهيني جي ۲۱ تاريخ سنه ۱۱۲۵ هجري (۱۷۱۳ع) ۾ ٿيو. سندن ننڍپڻ بنسبت گهڻيئي دلچسپ روايتون موجود آهن، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته ڇمندي ئي ڇام هئا. هڪ ڏينهن ٻاهر ٻارن سان رانديون پئي ڪيائون ته هڪ درويش اچي لانگهائو ٿيو. حضرت جن جي منهن ڏسڻ شرط وسو ٿي، ڏانهن نهاريندو رهيو. متان اچي مانيءَ جي مهل ٿي، حويليءَ مان هڪ نينگر نڪري حضرت جن کي سڏڻ لڳي پر پاڻ راند ۾ اهڙو ته محو هئا، جو نينگر کي ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائون؛ تنهن تي هن کين ڇڙٻ ڏني. درويش نينگر کي هڪل ڪري چيو ته ”خبردار! متان ڪڏهن هن معصومڙي کي ڇينڀيو اٿيئي! اوهان سڀني کي سندس مرضيءَ موجب هلڻ گهرجي؛ ڇو ته ڏاڍيءَ ڪيس نوازي پنهنجو دادلو ڪيو آهي.“

حضرت جن اڃا صغير ئي هئا ته والد شريف جي هٿ هيٺ سارو قرآن پڙهي پورو ڪيائون؛ ۽ آرزو هين ته پيءُ سڀ علم تحصيل ڪريون. پر ماتي جي پائرن جو ڏنو ته حضرت جن نه فقط ذهن ۽ ذڪاء ۾ ڪانئن گوءِ کڻي ويا آهن، پر پڻ سندن والد جو متن بيحد آر آهي، سو

حسد ۾ ڪيني جي باھ ۾ جلي مئا. والد سان تہ اڳيئي
وير هون، هاڻ تہ هيڪاري پنهي پنيان هٿ ڌوئي اچي
پياء پر محمد زمان نهڙيو جو ان وقت لواريءَ جو رئيس
هو، تنهن شيخ حاجيءَ جي حمايت ڪئي ۽ هنن نامرادن
کي اپڙڻ تہ ڏنو، نہ تہ هو والد سان ڏاڍيون ڪي
جنيون ڪن ها. آخر هڪ ڏينهن شيخ حاجي سانگي سان
سفر سڌاريو. سندن غير حاضريءَ جو وجهہ وٺي هنن پليدن
حضرت جن کي ڪاٺي ڪپائي ڇڏڻ جي سٽ سٽي. پر
حضرت جن کي پرو پئجي ويو، سو اڪيلو ئي اڪيلو
جهنگ منهن ڪري اٿي پيا، جتان وري ننگر ٺٽي ڏي
راهي ٿيا. اتي پهچي، درسي تعليم وٺڻ جو ارادو ڪيائون؛
۽ انهيءَ مطلب سان وڃي مولوي محمد صديق جي مدرسي
۾ داخل ٿيا. جيءَ کي جفائون ڏيئي، راتيون جاڳي،
ٿوري ئي عرصي ۾ عربيءَ ٻوليءَ ۽ علم ۾ مهارت حاصل
ڪيائون. اهڙا تہ سمجهو ۽ تيز فهم هوندا هئا، جو هرڪو
مضمون جهٽي وٺندا هئا، جنهنڪري سڀني همسبقن کي
هميشه شه ڏيئي ويندا هئا.

هرروز مدرسي ڏي ويندي، حضرت جن کي خواجہ
ابوالمساڪين جي خانقاه وٽان لنگهڻو پوندو هو. هڪ
لڳا جئن وات وٺيو پئي ويا، تئن خواجہ ابوالمساڪين
جي متن اک چڙهي ويئي. هڪدم سهي ڪيائين تہ هيءَ
اهو قطب الزمان آهي جنهن جي باري ۾ سندس مرشد
شيخ ابوالقاسم ڪيس اشارو ڪيو هو. پوءِ تہ حضرت جن

کي ساڻ وٺي خانقاه ۾ آيو، جتي ساڻن ڏاڍا سهڻا ڪيائين.
انهيءَ ملاقات بعد، جڏهن حضرت جن کي وات پنڌ
ملندو هو، تڏهن کين ساڻ وٺي خانقاه ۾ ويندو هو، جتي
کين ارشاد وٺڻ جي هدايت ڪندو هو. پر منڍ ۾ حضرت
جن کي ظاهري علم جو ايڏو ته شوق هوندو هو، جو
ڪو نه ڪو بهانو ڏيئي، پاڻ کي طريقت جي تڙ کان
پاسي پيا ڪندا هئا. پر نيٺ خواجه ابوالمساڪين جي
همت هڻي هنڌ ڪيو. حضرت جن جي قلب ۾ اوچتو
حق جي طلب جي زبردست جنبش جاري ٿي. اڃا نصاب
علم جو ڪجهه پاڱو رهيل ئي هو، ته ان جو ڪو خيال
نه ڪري، خواجه ابوالمساڪين جي طريقت ۾ وڃي داخل
ٿيا. هن ڳالهه ڏي اشارو ڪندي، حضرت جن فرمائيندا
هئا ته ”جنهن ڏينهن منهنجيءَ دل ۾ حق جي محبت
جي چڻنگ دکي، تنهن ڏينهن کان وٺي مون کي درسي
ڪتابن مان ڪوبه حظ نه آيو. پر اوائل ۾ منهنجي مرضي
نه هئي ته ڪو ڪنهن کي پنهنجو منجهه ڏيان، سو ظاهريءَ
طرح ڪتاب لوڏيندو مدرسي ڏي پيو ويندو هوس. پر
موٽي گهر ايندو هوس ته ڪتاب ڦٽي ڪري، مراقبي ۾
مشغول ٿي ويندو هوس، ڏاڍي ڪوشش ڪندو هوس ته
منهنجي هن حال جي شال ڪنهن کي خبر نه پوي.
جيستائين خواجه ابوالمساڪين رخصت نه ڏنيم، تيستائين
ڪنهن کي به پنهنجو راز نه ڏنم. پوءِ ته ڪليو ڪلايو
سمورو وقت خانقاه ۾ گذارڻ لڳس؛ ۽ مدرسي ۾ وري

پير به نه پاتم. منهنجي استاد ۽ همسبقن کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هو منهنجي حال تي غم کائي، چوندا هئا ته ”خواجه ابوالمساکين کهڙي نه اميدن پرڻي گهڙوڻ کي ڏتاريو آهي!“ پر مون کي ڪتابن پڙهڻ کان اهڙي ته ڪراهت اينڌي هئي، جو پلجي به انهن جي شڪل نه ڏسندو هوس، ۽ جيڪو علم انهن جي ذريعي پرايو هوم، سو سڀ ٿي، دل جي ڦرهيءَ تان ، ساري ڦٽو ڪيم.“

آخر حضرت جن لوڪ جا سڀ لاڳاپا لاهي، رات ڏينهن مراقبي ۾ گذارڻ لڳا. خواجه ابوالمساکين به سندن ترقيءَ ۾ نهايت دلچسپي ورتي، پاڻ ذي خواجه صاحب جو هيڏو توجه ڏسي، هڪ ڏينهن حضرت جن جي دل ۾ خيال آيو ته شايد خواجه صاحب کي پين مريدن کان منهنجو اونو وڌيڪ آهي. اڃا اهو خيال سندن دل ۾ پيدا ئي ڪين ٿيو ته خواجه صاحب جو دلين جو مالڪ هو، تنهن ڏهه پهه فرمايو ته ”اسان جي نظر ۾ سڀئي مريد هڪجهڙا آهن ۽ اسين مڙني کي هڪجهڙو توجه ڏيون ٿا، مگر هنن ۽ تنهنجي وچ ۾ فقط هيءُ فرق آهي، جو هو خانقاه کان ٻاهر وڃيو دنيوي معاملن ۾ پون، جنهنڪري هنن جي روز مره جي ڪمائي ڪٽ ٿيو وڃي. پر تون هميشه هڪ هنڌ ويهي، روز بروز نئين ترقي ڪندو وتين.“ مطلب ته جيئن پوءِ تيئن خواجه صاحب جو فيض ويو متن وڌندو. حضرت جن پائيندا هئا ته شايد منهنجن وڏن جي صدقي خواجه صاحب منهنجي ايڏي رعايت ٿو ڪري.

پر اڃا ڪين اها ڳالهه ڪانه هئي ته خواجه صاحب ڪين جلدي ئي پنهنجو خليفو ڪرڻ وارو آهي.

هڪ ڏينهن خواجه ابوالمساڪين پنهنجي ڏاڏي مخدوم آدم جي مزار شريف جي مرمت ڪرائڻ لاءِ مڪليءَ ڏانهن تشريف فرما ٿيو. پاڻ محافي ۾ ويٺل هو، ۽ سندس ڪي خاص مريد سائن همرڪاب هئا. وچ رستي تي محافو بيهاري، حضرت جن ڪي فرمايائين ته ”اڇي مون سان گڏ ويهه.“ حضرت جن هٿ جوڙي معافي مڱي؛ پر خواجه صاحب هٿ کان جهلي ڪڍي محافي ۾ چاڙهيس. جڏهن مڪليءَ تي پهتا، تڏهن خواجه صاحب لهي هيٺ ٿيو. پوءِ مريدن کي امر ڪيائين ته ”تغاريون کڻي وڃي مرمت ڪريو.“ پر حضرت جن کي فرمايائين ته ”تون اڇي منهنجي سنمک ٿي ويهه.“ حضرت جن هٿ ادب جا ٻڌي، ٿورو پريرو ٿي ويٺا. مريدن جڏهن تغاريون پئي کنيون تڏهن حضرت جن کي هڪل ڪري پئي چيائون ته ”تون به اچي اسان سان پيڙو ٿيءُ.“ پر خواجه صاحب ڪين پڪاري چيو ته اوهين هن کي ڇو ٿا سڏيو؟ حضرت مخدوم صاحب اسان کي الهام ڪيو آهي ته هو هت ويٺو رهي، ڇو ته هن لاءِ هڪڙي قسم جو ڪم رکيو ويو آهي.“ هيءَ رمز ان وقت ڪوبه مريد پروڙي نه سگهيو.

انهيءَ ڀاري ڪم جي برداشت ڪرڻ جو وقت به اچي ويجهو ٿيو. پورن ڇهن مهنن اندر حضرت جن ڪمال ڪري ڇڪا. ڇا سندن جواني ۽ ڇا سندن عظيم الشاني!

پنهنجي مقبول ڪي الاهي محبت ۾ مخمور ڏسي، خواجه ابوالمساڪين کين پنهنجي ارادي جو ڄاڻ ڪيو. هڪ ڏينهن پاڄهه پريون اکيون مٿي ڪڍي حضرت جن کي فرمايائين ته ”اڄ کان وٺي آءٌ توکي اِرشاد ڏيڻ جي اجازت ٿو ڪريان ۽ پڻ توکي پنهنجيءَ مسند تي وهارڻ ٿو چاهيان.“ هي حرف ٻڌي حضرت جن حيرانيءَ ۾ پئجي ويا. هٿ جوڙي ويٺي ڪيائون ته ”ايڏو وڏو ۽ نازڪ ڪم هن ٻانهي جي پهچ کان ٻاهر آهي. آءٌ جو پاڻ اوهانجي توجه جو محتاج آهيان، سو مريدن کي ڪهڙو توجه ڏيئي سگهندس؟“ خواجه صاحب وراڻي ڏني ته ”هيءَ امر اِلاهي آهي؛ تنهنجي ۽ منهنجي وس کان ٻاهر آهي. اسين توکي يقين ٿا ڏيون ته تنهنجو قلب هاڻ اهڙيءَ ڪڙيءَ تي پهتل آهي، جو پٿر تي توجه ڪرين ته هوند اُهو به هڪدم پاڻي ٿي وڃي. متان همت هاري اٿيئي! پر ڪاهلي مور نه ڪج! اسين توسان هر حال ۾ همراه هونداسون.“

خواجه ابوالمساڪين هيءَ خبر نه فقط حضرت جن کي پر ۾ پهچائي، پر ڪليو ڪلايو پڻ اُن جو اطلاع ڪيائين. هڪ ڏينهن ڀريءَ سڀا ۾ حضرت جن کي پنهنجي سامهون مسند تي وهاري، پنهنجي دستار سندن مٿي تي رکي، ۽ پڻ سندن جتي تاهي سندن اڳيان رکي، سڀني حاضرينن کي امر ڪيائين ته ”فلاڻي جي پيرن تي ڪري، سنديس بيعت ڪريو؛ ڇو ته اڄ کان پوءِ هوئي اوهانجو

مرشد آهي. جيڪو اسانجو هجي، سو وٽس وڃي؛ جيڪو
هنجو انحراف ڪري، سو اسانجو نه آهي. والله، هيءُ
جوان زماني توڙي ارشاد جو قطب آهي. هاڻوڪن اوليائن
مان ڪ ڙس روءِ زمين تي ڪونه ليندو.“ پوءِ پاڻ حضرت
جن جو هٿ وٺي، ڪانئن دعا گهريائين. حضرت جن جو
ايڏو مرتبو ڏسي، سڀئي سندن پيرن تي ڪري پيا. بس،
ان ڏينهن کان وٺي خواجه ابوالمساڪين پنهنجي پيري
مرشدي ڇڏي ڏني، ۽ بڻ خانقاه ڏي به ورلو وڃڻ لڳو.
سڄو ڏينهن حجري ۾ گذارڻ لڳو ۽ جمعه کان سواءِ
ٻئي ڪنهن به ڏينهن ٻاهر نه نڪرندو هو. ڪڏهن ڪڏهن
حضرت جن کي ساڻ ڪري، مڪليءَ تي زيارت لاءِ
ويندو هو. هڪ لڱا جڏهن زيارت تان پئي موٽيا، تڏهن هڪ
پهڻ جي ٽڪر تي نظر چڙهي وين. خواجه صاحب حضرت
جن کي فرمايو ته ”اهو پٿر کڻي وٺ.“ حضرت جن
اُئن ڪيو. خواجه صاحب پٿر کي رڪاب سان گَسو ته
اهو سڄو سونو ٿي پيو. پوءِ حضرت جن کي فرمايائين
ته ”هيءُ پهڻ پارس جو ٽڪر آهي. انکي سنڀالي پاڻ
وٽ رک، شايد آئيءَ ويل ڪتب اچي ويندءِ.“ حضرت
جن هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته ”قبلا، پل ته هيءُ پارس
اوهان وٽ هجي.“ انهيءَ تي خواجه صاحب وراڻيو ته
”اسان کي انجي درڪار نه آهي.“ حضرت جن چيو ته
”جا شيءِ اوهان جهڙن بزرگن وٽ نامنظور آهي،
تنهنجي مونکي به درڪار نه آهي.“ آخر پارس کڻي هڪ

وهندڙ واه ۾ ڦٽو ڪيائون. چون ٿا ته مير فتح علي خان ٽالپر
جي صاحبيءَ ۾ جهڙو هڪ ڌوٻيءَ اُن واه تي ڪپڙا پئي
ڌوتا ته اوچتو سنديس سونٽيءَ جو لوهي مٿو وڃي واه ۾
ڪريو. ٻاهر ڪڍيائينس ته ڏسي ته سونو ٿيو پيو آهي.
ڌوٻي تعجب ۾ پئجي ويو. ٿيي هٽي، پارس ڪڍي آٽي
ڪپڙي جي ٽڪر تي رکيائين. اوچتو اچي طوفان ڪڙو
ٿيو. سڀ ڪپڙا اُڏامي ويا ۽ انهن سان گڏ پارس به پر
ڪري عدم ٿي ويو.

حضرت جنجي سجاده نشينيءَ جي ڳالهه هندين ماڳين
هلي ويئي، ڳڻن ڪي نه آئڙي. مخدوم محمد هاشم ۽
ٻين ظاهر پرست مولوين ڪي بغض جي باه وڻي ويئي.
خواجه ابوالمساڪين وٽ ميڙ وٺي ويا ۽ وڃي چيائونس
ته ”هيءُ ڳڀرو اڃا عبادت ۽ رياضت ڪان واندوئي ڪين
ٿيو آهي، سو انکي اوهان ڪهڙي حساب زماني جو قطب
بنايو آهي؟“ خواجه صاحب چين ته ”هيءُ معاملو خدا
جي فضل سان تعلق رکي ٿو. ان ۾ ڪسب جي ڪا
ضرورت ڪانهي. اسانجي اڏٽي امانت اسان تائين جاري رهي.
هاڻ اسانجي مرضي؛ جنهنکي وڻئون، تنهنکي ڏيون.“
ملا مايوس ٿي موٽي ويا. پر خود خواجه ابوالمساڪين
جي مائٽن ۽ عزيزن کي به هيءَ ڳالهه پسند نه آئي.
گهڻيئي حيلا وسيلا ڪيائون، گهڻئي هنر حرفتون هلايائون؛
پر وريوئي ڪين. لاچار ميڙ مڪائونس، جنهن منٿ ڪري
چيس ته ”آخر گادي ته پنهنجي ڪٽنب ۾ قائم رکو؛

نہ تہ خانقاه خالي ٿي ويندي. ائين بلڪل نٿو ٿهي تہ هڪ دهقاني درويش اوهان جو قائم مقام بڻجي.“ خواجہ صاحب جواب ڏنو تہ ”حق جي مرضي ائين آهي، اوهان جو توڙي منهنجو اختيار هلي نٿو سگهي.“ پوءِ حضرت جن کي سڏي فرمايائين تہ ”اسان جو ڪو اهڙو مطلب نہ آهي تہ تون هرهڪ پرو پاڻ کي هن خانقاه سان ٻڌل رک جتي تنهنجو جيءُ چاهي، اتي بلاشڪ وڃي رهہ.“

اڃا اهو معاملو هليو ٿي پئي، تہ سرهندي شيخن جو هڪ وڏو خليفو، ميان عبدالرشيد نالي، حج جي زيارت تي سنيري، اچي ٺٽي ماڳ نڪتو. جڏهن خواجہ ابوالمساڪين کي هن ڳالهہ جي خبر پيئي، تڏهن هن کي حضرت جن جي هٿان مهماني مڪائين. ميان عبدالرشيد حضرت جن کي ڏسي، ڏانهن توجه ڪيو، حضرت جن خيال ڪيو تہ مرشد جي موڪل بنا ميان صاحب جو توجهہ وٺڻ مناسب نہ آهي، سو چيائون تہ ”قبلا، هن ٻانهي کي فقط اوهان جي دعا جي درڪار آهي.“ ميان صاحب رمز سهي ڪئي سو مرڪي وراڻي ڏنائين تہ ”تحقيق، اوهان کي توجهہ جي ڪا درڪار نہ آهي؛ ڇو تہ اوهين پاڻ شيخ آهيو.“ پوءِ ميان صاحب اچي خواجہ ابوالمساڪين جو مهمان ٿيو. سنديس خاطر خواه خدمت ڪئي ويئي، خواجہ صاحب جي عزيزن خويشن ميان صاحب کي منٿ ڪئي تہ، ”مهرباني ڪري خواجہ صاحب کي سمجهايو تہ پنهنجي گادي ڪنهن رشتيدار کي سپرد ڪري.“ ميان صاحب

وجهه وٺي خواجه صاحب سان انهيءَ ڳالهه جو ذڪر ڪيو. خواجه صاحب ته الاهي امر موجب هن ڳالهه جو اڳيئي فيصلو ڪري ڇڏيو هو، پر تڏهن به پنهنجي معزز مهمان جي لحاظ وچان فرمايائين ته ”چڱو، اوهين به استخاره وجهو، ته آءٌ به ٿو وجهان. شال الله اسان کي سنئين مت ڏئي.!“ ميان صاحب استخاره وجهي، خواجه صاحب کي چيو ته ”بيشڪ اوهانجو الهام سچو آهي؛ ميان محمد زمان ئي اوهانجو خليفو آهي.“

ٿورن ڏينهن کان پوءِ، خواجه ابوالمساڪين ۽ ميان عبدالرشيد ٻئي گڏجي حج جي زيارت لاءِ ننگرٺٽي مان راهي ٿيا. جڏهن اچي لاهوري بندر ۾ پهتا، تڏهن خواجه صاحب هڪ قاصد هٿان حضرت جن کي هڪ رقعو روانو ڪيو ته ”اسانکي ڪن ضروري ڳالهين بابت هدايت ڪرڻي آهي، سو هڪدم هيڏانهن هليو اچ.“ حضرت جن خط ملڻ شرط، اوڏانهن روانا ٿيا. خواجه صاحب کي جيڪي هدايتون ۽ نصيحتون ڏيڻيون هيون، سي ڏيئي، پوءِ حضرت جن کي ميان عبدالرشيد وٽ وٺي، وڃي عرض ڪيائين ته ”هن جوان کي دعا ڪريو؛ ۽ پڻ منس کو لائق لقب ڏيو.“ ميان صاحب فرمايو ته ”اسين ڪيس ’خليل الرحمان‘ جو لقب ڏيون ٿا.“ جڏهن ميان صاحب کان موڪلائي آيا، تڏهن خواجه صاحب حضرت جن کي فرمايو ته ”اسانجي نظر ۾ ’محمد زمان‘ نالو مٺڙي

نالن ڪان مٿي آهي؛ ۽ تنهنجو لقب بہ اهوئي آهي.“
آخر حضرت جن ڪان موڪلائي سفر سڌاريو.

ٻن سالن بعد خواجہ صاحب موٽي وطن آيو. پهچڻ
جي ڏينهن ئي جامع مسجد ۾ ظهر جي نماز پڙهڻ ويو.
يار دوست ساڻس ملڻ لاءِ وڏي انبوہ ۾ اچي ڪٺا ٿيا
هوا. سڀني اِئن پئي ڀانيو تہ نماز ادا ڪري، صحابن جي
سٿ ۾ اچي وهندو؛ ۽ پوءِ سندس تعظيم ڪنداسون. پر
خواجہ صاحب نماز پڙهي، سڌو گهر هليو ويو. وڃڻ وقت
حضرت جن سنديس جتي ڪڇي پيرن ۾ پاتيس؛ ۽ هٿ
ٻڌي عرض ڪيائينس تہ ”قبلا، اصحاب انتظار ۾ آهن؛
ساڻن ملي ڪا رهاڻ ڪريو.“ وراڻي ڏنائون تہ ”انهيءَ
ڪم لاءِ اسان توکي مقرر ڪيو آهي. جي توکي حجاب
ٿو ٿئي، تہ اسين ماڳهين هت نہ رهنداسون.“ ان مهل
خواجہ صاحب جي ڪن عزيزن حضرت جن کي عرض
ڪيو تہ ”اوهين خواجہ صاحب کي سفارش ڪريو تہ
اسانکي توجه ڏي.“ حضرت جن عرض ڪيو، پر خواجہ
صاحب فرمايو تہ ”تنهنجو توجه هنن لاءِ ڪافي آهي.“

ٻئي ڏينهن پڇاڙان خواجہ صاحب حضرت جي کي
فرمايو تہ ”ماڻهو ڀانئين ٿا تہ اسين حرمين شريفين مان
پنهنجي ڪتب خاطر موٽي آيا آهيون؛ پر اِئن هرگز نہ
آهي. اسين فقط تنهنجي ئي تعليم ۽ تربيت واسطي وري
آيا آهيون. هڪ ڏينهن جڏهن ڪعبي ۾ ويٺا هئاسين، تڏهن
تو ڏانهن توجه پئي ڪيوسين. معلوم ٿيوسين تہ توکي

طريقت جون کي سخت مشڪلاتون درپيش آهن، سو ٻڌاسين ته متان منجهي ن نه پوين. اگرچه هردم توڏانهن توجه پئي ڪيوسين، تڏهن به الهام اچي ويوسين ته ”موٽي وطن وڃ: ۽ روبرو تلقين ڏيئي، وري اچي هتي هميشه لاءِ رهه.“ پوءِ خواجه صاحب ڪجهه ڏينهن ننگر نٺي ۾ رهي پيو: ۽ حضرت جن کي خاص توجه ڏيئي، ٿوري ئي عرصي ۾ ڪهن نيئي اوج تي رسايائين. وقت بوقت حضرت جن کي بشارتون ڏيندو رهيو. هڪ لڳا فرمايائين ته ”مبارڪ هجي توکي! هن مثل توتي اهڙي سڳوري حالت وارد ٿي آهي، جنهن جهڙي اڳي فقط ٻن اوليائن تي وارد ٿي هئي: هڪڙو شيخ جنيد بغداديءَ تي ۽ ٻيو شيخ بايزيد بسطاميءَ تي. پر اهي ٻئي بزرگ ان حالت کي ڪماليت تي رسائڻ کان اڳي ئي گذر ڪري ويا. اسان کي خاطري آهي ته تون ان حالت کي ڪماليت تي پهچائيندين.“ ٻئي پيري فرمايائين ته ”فقر به واڻهڙوءَ مثل آهي. جيئن واڻهڙو هڪ هنڌ ويرم نٿو ڪري، تيئن فقر به هڪ هنڌ گهڻو جٽاءُ نٿو ڪري. فقر ڦهريائين نبي سڳوري کي نوازيو، پوءِ بايزيد کي، تهان پوءِ وري بخارا شريف ۾ خواجه نقشبند کي نوازيائين. اتان لڏي سرهند شريف ۾ مانجهاندو ڪيائين، هاڻ اچي تو ۾ ديرو دمايو اٿس، ۽ تو وٽ سڄي رات رهندو، يعني هميشه لاءِ.“

هڪ ڏينهن خواجه ابوالمساڪين حضرت جن کي هيءَ وصيت ڪئي: ”حق تعاليٰ مڙني مشائخن جا متا تنهنجي

پيرن جي پٺي ڪئي آهي؛ ۽ توکي ئي حق جا طالب
وڌي تعداد ۾ تو وٽ اچي ڪٺا ٿيندا. جيڪو به تو وٽ
اچي، تنهن کي حق جي راه ٻڌائج. ڌڻي تعاليٰ تو وٽ
فقط انهن شخصن کي ئي موڪليندو، جن جي نجات جو
انگ ازل ۾ اڳيئي لکيل هوندو. پنهنجيءَ دل کي هميشه
شاد ۽ آباد رکيج. تدبير ۽ اسباب ڪري، پنهنجا ڪم
ڪريم جي حوالي ڪج. اڄڪي لاءِ متان ڪو اپاءُ
ڪرين! اسان تنهنجو رزق رب ڪان مڱي ڇڏيو آهي.
جنهن شيءِ جي دل ڪندين، سا پاڻهي ملنديءِ. ڌڻي
گهريو آهي ته تنهنجي ڪچهري قائم رهندي. تنهن کان
پوءِ تنهنجو فرزند تنهنجيءَ مسند تي وهندو؛ ۽ فقر جي
فيض سان تنهنجو مڪان سدائين معمور رهندو. ڪنهن
مهل به ڪا ظاهري يا باطني مشڪلات درپيش اچيئي
ته اسان کان همت طلبجانءِ؛ هرحال ۾ اسين اچي توسان
همراه ٿينداسين." اها وصيت ڪري، خواجه صاحب ڪتب
وٺي وڃي مڪي ۾ رهيو. اتان حضرت جن ڏي ڪڏهن
ڪڏهن ڪتابون موڪليندو هو، جي حضرت جن چمي،
مٿي ۽ اکين تي رکي، مطالع ڪندا هئا. پاڻ به وقت
بوقت خواجه صاحب ڏي حال احوال پيا منجندا هئا.

روانگي يعني اُسهڻ وقت خواجه ابوالمساڪين مخلصن
کي وصيت ڪئي ته "خواجه محمد زمان کي دل وجان
سان راضي رکجو، ڇو ته جيستائين هو هت رهيو پيو
هوندو، تيستائين هن شهر کي نڪو لهر نه لوڏو ايندو.

خبردار! جي هن جي مرضيءَ موافق نہ هليا آهيو! خدانخواستہ جي هو رنج ٿئي، ته ٿو ڇڏي ويو ته هن شهر جو خير نہ آهي. طرح طرح جون مصيبتون مٿانئس نازل ٿينديون. مگر جيترو وقت هو هت رهندو، تيترو وقت امن امان هوندو.“ ٿئو بہ ائين. حضرت جن جي ڏينهن ۾ ٿٽي جو شهر شاد ۽ آباد رهيو.

خواجہ ابوالمساڪين جي ڪوچ پڄاڻان، حضرت جن ڪجھ سال ٺٽي ۾ گذاريا. ڏينهن ۽ رات طالبن کي تلقين ڏيڻ ۾ مشغول هوندا هئا. صدق وارن کي سندن صحبت مان نهايت فيض رسيو. مٿن طرح طرح جون عجيب حالتون نازل ٿيڻ لڳيون. اڪيچار آدمي اچي سندن مريد ٿيا. مخدوم ضياءالدين جو ٺٽي جو عالم ۽ فاضل هو، تہ ن بہ اچي حضرت جن جي بيعت ڪئي. پر مولوي محمد هاشم جو سنڌو ڪيني سان پرجي ويو، سو هو حضرت جن کي ايذاءُ ڏيڻ لڳو. حضرت جن جي مخلصن ۽ خانقاه جي مجاورن کي هيسائي؛ ڪين پاڻ کان ارشاد وٺڻ جي دعوت ڏيڻ لڳو. ماڻهن کي چوندو هو تہ ”آءُ طريقت جا چوويهہ شغل ڄاڻان، مگر ميان محمد زمان هڪڙو مس ڄاڻي. پر عجب جي ڳالهہ آهي جو ماڻهو مٿس مفتون آهن؛ ۽ مون وٽ ڪير بہ نٿو اچي.“

مولي محمد هاشم جي مخالفت جو سچو سبب هيءُ هو جو خواجہ ابوالمساڪين سان دشمني هوندي هيس.

هڪ ڏينهن نئي جي هڪ محلي ۾ حضرت جن کي اڪيلو ملي ويو هو، ۽ سائن وٽي خواجہ صاحب جي گلا ڪئي هئائين. حضرت جن ان وقت اڃا سيڪڙات هئا ۽ جوانيءَ جو جوش بہ هون. مرشد جي ملامت ۽ گلا ڪائنئن سٺي نہ ٿي؛ سو رستي تان هڪ هڏو اُٺ جو کڻي، مولويءَ جي منهن ۾ ٺهڪائي هنيائون؛ ۽ بہ چار لتون هڻي چيائونس تہ "اهي اکر موٽائي وٺ." پوءِ ڇڏي ڏنائونس تہ متان دانهن ڪوڪ نہ ڪري. مولوي اها ڳالهہ من ۾ ساندينڊو پئي آيو. آڳي باقي جو ڏنائين تہ حضرت جن جو رسوخ وڃي ٿو ڏينهون ڏينهن وڌندو سو تہ هيڪاري حسد ۾ پچڻ لڳو، ۽ هر طرح وٽي حضرت جن کي ستائڻ لڳو. حضرت جن جي دل بہ نئي مان کٽي ٿي پئي؛ سو اتان لڏي وڃي لواريءَ ۾ رهيا. پوءِ تہ سگهوئي نادرشاه سنڌ تي ڪاهہ ڪئي، فتنو ۽ فتور ملڪ کي ويڙهي ويو. جيڏانهن تيڏانهن قرلت ۽ ماراماري مچي ويئي. نئي جو شهر نابود ٿي ويو، ۽ مولوي محمد هاشم بہ ڪنو ڪوڙهيو ٿي مري ويو. تحقيق، خواجہ ابوالمساڪين جي پيشنگوئي اچي پوري ٿي.

جنهن ڏينهن کان وٽي حضرت جن اچي لواريءَ ۾ رهيا، تنهن ڏينهن کان وٽي سندن والد پيري مرشدي ڇڏي ڏني. جيڪڏهن ڪو ماڻهو توجہ لاءِ وٽس ايندو هو تہ ان کي حضرت جن جي حوالي ڪندو هو؛ ۽ خود پاڻ بہ ڪائنئن توجہہ ورتائين. ان وقت لواري ۾ هڪ

الله لوڪ رهندو هو، جو حضرت جن تان ڪوربو قربان
ويندو هو. جي حضرت جن ڪيڏانهن ويندا هئا ته هو به
ان هنڌ وچي ازغيبي پر گهٽ ٿيندو هو. هڪ لڳا حضرت
جن والد سان گڏجي ڪيچ ملڪ ۾ شيخ ابراهيم جي
مزار شريف جي زيارت تي ويا. اتي به هيءُ درويش وچي
اوچتو پڌرا ٿيو. پڇيائونس ته ”توکي ڪيئن خبر پيئي
ته حضرت جن هيڏانهن آيا آهن؟“ وراڻي ڏنائين ته ”حضرت
جن جي مٿان هڪ نوراني ڪڪر پيو ڦري، جو آءٌ
پنهنجيءَ اندرونيءَ اک سان ڏسي سگهان ٿو. ان لقاءَ
جي وسيلي مون کي هڪدم معلوم ٿيو وچي ته حضرت
جن ڪٿي آهن.“ انهيءَ درويش جي دل جو سوجهرو
نهايت سگهارو هو. ان جو هڪڙو ٻيو مثال به موجود
آهي. هڪ دفعي ڌئن حضرت جن مڪليءَ جي زيارت
پئي ڪئي، تئن هيءُ درويش به دستور موافق حضرت جن
جي ڪڏ پئي اچي حاضر ٿيو. پلڪ کان پوءِ هڪ واڻهڙءَ
اچي خبر ڪئي ته ”وات تي منزلون ڪندي، هڪ رات
لواريءَ جي هڪ مسجد ۾ ويسانهين پئي ڪيم ته هڪ
پير مرد اتي دم ڏنو.“ هيءَ خبر سڻي، حضرت جن فڪر
۾ پئجي ويا. پانياڻون ته سندن والد شريف رحلت ڪئي
آهي. اچا واڻهڙوءَ کان وڌيڪ دريافت پئي ڪيائون ته
درويش پڪاري چيو ته ”اجهو بنه هاڻ ساري لواري ڦري
آيو آهيان. شهر ۾ ڪل ارڙهن مسجدون آهن. انهن
مڙني جو واءُ ساءُ ورتم. اهو شخص جو گذر ڪري ويو

سو فلاڻيءَ مسجد جو امام هو. اوهان جو والد شريف اڃا سلامت آهي."

لواريءَ ۾ لڏي اچڻ شرط حضرت جن ماڻهن کان منهن موڙي، رات ڏينهن مسافرن جيان مسجد ۾ گذاري، مراقبي ۾ مشغول رهندا هئا. شرعي عملن بنا ٻيو ڪوبه ڪم ڪار ڪونه ڪندا هئا. سانجهن جو گهر ايندا هئا. جي ڪو طعام تيار هوندو هو ته جهڙو تهڙو کائي، وري مسجد ڏي ويندا هئا. اتفاق سان ڪو طالب اچي ستائيندو هون ته لاچار تلقين ڪندا هئس. فرمائيندا هئا ته "ڇا ڪريان؟ انهيءَ ڪم لاءِ مونکي امر ٿيل آهي، نه ته هوند حق ڪان سواءِ ڪيڏانهن نهاريان به ڪين." ماڻهن جي گهڻائيءَ ۾ پنهنجي نالي جي پڌرائيءَ کان ونءُ ويندا هئا.

سنه ١١٤٩ هجريءَ (١٧٣٦ع) ۾ حضرت جن جي والد شريف وفات ڪئي. لواريءَ جو شهر ڪلر سبب ڦٽي ويو هو ۽ ماڻهو به وڏي تعداد ۾ لڏيندا پئي ويا؛ مگر جيستائين حضرت جن جو والد حيات هو، تيستائين هنن اتي ئي گذر پئي ڪيو. آخر والد جي وفات کان ورهيه کن پوءِ، يعني سنه ١١٥٠ هجريءَ (١٧٣٧ع) ۾ حضرت جن قديم لواريءَ جي ويجهيءَ چڪ ۾ هڪ نئون ڳوٺ ٻڌايو، جنهن جو نالو به لواري رکيائون. انهيءَ ڏي سال سندن جلوس به اتي ٿيو. هاڻ گوشہ نشينيءَ مان نڪري، خلق کي هدايت ڪرڻ لڳا. ماڻهن جا ميڙ اچي مڙندا هئا چار پنج سؤ ته سدائين موجود هوندا هئا

بعضي بعضي تي چار هزار آدمي اچي کٽا ٿيندا هئا. حضرت جن جو لنگر جاري هوندو هو، جنهن مان هر ڪنهن کي ماني ٽڪي پيئي ملندي هئي. ڪيترن طالبن کي حضرت جن جي مبارڪ منهن ڏسڻ سان ئي فيض حاصل ٿيندو هو، ۽ وڃي وڏيءَ منزل کي رسندا هئا.

ڪڏهن ڪڏهن پور ايندو هون ته ڏينهن جا ڏينهن در پور ڪري، اڪيلا ئي اڪيلا، حجري اندر ويٺا رهندا هئا. پر جي ڪو اڪنديو اچي آهه ڪندو هو ته ان کي نراس نه ڪندا هئا، هڪ پيري الهداد نالي هڪ درويش ڏورانهين پنڌ تان ڪهي آيو هو. نماشام جو ويلو هو. حضرت جن جي حجري وٽ حشام ماڻهن جا مڙيا بيٺا هئا. الهداد کي ڇپائون ته حضرت جن نا چڱائيءَ سبب ڪيترن ڏينهن کان ٻاهر نه نڪتا آهن. ويچاري الهداد جون آسون اجايون ويئون. اوچتو ڪنهن هڪل ڪري چيو ته ”الهداد ڪٿي آهين؟“ ماڻهن جا انبوه ڏسي ويچاري الهداد سمجهيو ته شايد ٻئي ڪنهن الهداد کي سڏ ٿيو تو ڏسجي؛ چو ته اتي ڪوبه سندس سڃاڻپ وارو يا ڏيئي ڪونه هو. ٻيهر آواز ٿيو؛ هن وري به ڪٿي مات ڪئي. ٽيهر سڏ ٿيو ته ”الهداد بلوچ ڪٿي آهين؟“ انهيءَ تي هو تورو گهٻرايو ۽ سري اڳيرو ٿي چيائين ته ”هڪڙو الهداد ته مان آهيان.“ ماڻهن چيس ته ”ميان، هوڏانهن ته نهار. حضرت جن پاڻ در وٽ بيٺا توکي سڏين.“ الهداد اُڪير مان ٻوڙي وٺي ويو، حضرت جن فرمايو ته

”اسين توکي پنهنجو مريد ڪريون ٿا، مگر ضعف سبب اڄ توکي تلقين نٿا ڏيون، ان لاءِ وري اچج. هاڻ وڃي ساري رات اسان جي والد شريف جي تربت تي جاڳ.“ الهداد الله واهي ڪري، مقبري ڏي راهي ٿيو، پر واٽ منجهي بيهي رهيو، ڇو ته کيس خبر ڪانه هئي ته مقبرو ڪهڙي طرف آهي، وري وڃي حضرت جن کان پڇڻ به بي ادبي سمجهيائين، سو جهنگ منهن ڏيئي اٿي پنڌ پيو، پريان هڪ روشنائي ڏسڻ ۾ آيس، اوڏانهن وڌيو، ۽ نيٺ وڃي مقبرو ڳولي لڌائين، ساري رات جاڳي سبحان کي ياد ڪيائين، صبح جو ڏسي ته مرونءَ مان متجي ماڻهو ٿي پيو آهيان. الحمدلله چئي، حضرت جن وٽ آيو، جن تلقين ڏيئي اماڻيس. موڪلائڻ مهل عرض ڪيائين ته ”قبلا، مون غلام کي هڪ پاءُ آهي، جو منهنجي پٺيان ڪاهي پيو آهي. مون کي خطرو آهي ته ڪنهن مهل مڙوئي مون کي نگهونسار نيندو“. حضرت جن وراڻيو ته ”خدا مڙئي خير ڪندو.“ قضاني واٽ تي پاڻس گڏجي ويس، سو هراسجي ويو. پانيائين ته هاڻ منهنجي پڄاڻي آهي. اوچتو واچوڙو ڪڙو ٿيو. بند ٿيو ته ڏسي ته پاڻس الائجي ڪيڏانهن گم ٿي ويو. پوءِ حضرت جن کي ياد ڪندو، سلامت وڃي ڳوٺ پهتو.

حضرت جن جي فيض حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ توڙي هند جا پير مشائخ واجهائيندا وتندا هئا، ڪٿان جو ڪٿان کهي اچي سندن زيارت ڪندا هئا. هڪ لڳا سنڌ جو

مشهور اولياء ۽ شاعر، حضرت سيد شاه عبداللطيف ڀٽ
مان سنڀري حضرت جن جي چار چشميءَ لاءِ لواريءَ
۾ آيو. جڏهن حجري جي در وٽ پهتو، تڏهن هڪ نوڪر
کي موڪليائين ته ”وڃي اندر اچڻ جي اجازت وٺي اچ.“
نوڪر وڃي خبر ڪئي، حضرت جن فرمايو ته ”سيد صاحب
کي وڃي چؤ ته ’ٿورو ترسو، اسين پاڻ اوهان جي استقبال
لاءِ ٿا اچون.‘ نوڪر اچي نياپو رسايو ته هن تي سيد
صاحب پڇيو ته ”خواجه صاحب ڪٿي ڪم ۾ هئا؟“
جواب ڏنائين ته ”مان ۾ ويٺا هئا.“ سيد صاحب فرمايو
ته ”انهيءَ مشغوليءَ مان ڪڏهن واندا ٿيندا جو اسان
ڏي متوجه ٿيندا؟ اُت ته اندر لنگهي هلون.“ جڏهن سيد
صاحب حضرت جن جو سنمک ٿيو، تڏهن وٺي هيءُ
بيت چيائين:-

سامي سفر هليا، ڪو پروڙي پنڌ،
جنين هيڻائون ڪنڌ، آءُ نه جيئندي
اُن ري.

حضرت جن نهه پهه جواب ڏنو ته:-

ڪين آهين، ڪين ٿئين، وڃي ڪي ڪماءِ،
لاڳاپا لوڪ جا ’لا‘ سين سڀ لهراءِ،
سامي پوءِ سلنداءِ، ڳال پريان جي ڳجهه جي.

انهيءَ تي سيد صاحب فرمايو ته:-

قلم وهي وئو ڪانه، سرتيون! ڪنهن سياڳ ليءِ،
انگ اڳيئي لکئو، اُت نه پهچي ٻانهن،

ڪنهن کي ڏيان دانهن، تہ پرين مان سين
هيئن ڪئو؟

حضرت جن وراڻيو تہ:-

ويہ وچي وٽ تن، قلم جنهين جي هٿ ۾،
ميٺئو انگ اگهيون، واري پڻو لکن،
پنون سو پاڙهن، جنهن مان پسڻ ٿئي پرينءَ کي.

انهيءَ مشاعري بعد، سيد صاحب سوال ڪيو تہ ”فنا
ڪان پوءِ ڇا آهي؟ ان جي ڪا ڪل آهي؟“ حضرت
جن فرمايو تہ ”فنا ڪان اڳ ڇا آهي؟“ هي حرف ٻڌي
سيد صاحب عرض ڪيو تہ ”ارادو اٿم تہ اوهان جو مريد
ٿيان.“ حضرت جن وراڻيو تہ ”سماع ۽ ڳانو اسان جي
طريقي ۾ منع ڪيل ۽ حرام ڄاڻايل آهن، سواءِ ڪن
مشروعي موقعن جي.“ سيد صاحب چيو تہ ”ساري عمر
سماع ۽ سرود ۾ صرف ڪئي اٿم، انهن کي هينئر ترڪ
ڪرڻ مون لاءِ محال آهي.“ پوءِ تہ هڪٻئي سان ڪجھ
وقت گهوڙهي رهاڻ ڪيائون. آخر جڏهن سيد صاحب
موڪلايو، تڏهن ڪيس خليفت جي آجرڪ ڏيکاريائون.
چون ٿا تہ وفات وقت سيد صاحب وصيت ڪئي تہ ’منهنجو
ڪفن هن اجرڪ مان ڪجو.“ ائين ڪيو ويو. پوءِ اها
ساڳي آجرڪ سندس جنازي مٿان وڌي ويئي، ۽ دفن بعد
وري سندس مبارڪ قبر مٿان پڙ ڪري چاڙهي ويئي.
زيارت ڪري وڃڻ ڪان پوءِ سيد صاحب هميشہ حضرت
جن جي شان ۾ هيٺيون بيت پيو اُچاريندو هو:-

سي سون ڏنا، ماء! جنين ڏنو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪاء، ڪري نہ سگهان ڳالڙي.

جڏهن سيد صاحب موڪلائي روانو ٿيو، تڏهن حضرت جن فرمايو تہ ”اسان جي صحبت اختيار ڪيائين، مگر همت نہ ٿيس جو اسان جي طريقت ۾ داخل ٿئي. جي ٿئي ها تہ اهڙي عميق ۾ غوطا کارايونس ها، جو وري پنهنجي نالي نشان جو بہ سماءُ ڪونہ پويس ها.“ انهيءَ تي هڪ مريد حضرت جن کان سيد صاحب جي منزل بنسبت پڇا ڪئي. فرمايائون تہ ”هن جي منزل اوهان جهڙي آهي، يعني هو بہ اوهان وانگر صاحبدل آهي. مگر صاحبدل ٿيڻ ڪا سنري ڳالهہ نہ آهي؛ هڪ وڏي دولت آهي، جا سڀاڳن کي ئي ملي ٿي؛ ۽ سواءِ فنا جي هرگز حاصل نٿي ٿئي.“ پوءِ فنا جي مفصل سمجهاڻي ڏيئي، هيٺيون بيت فرمايائون:-

جينءَ چٺونءَ کي خزران، تينءَ مون پاڙو سڀرن،
هن وڃائي جان، سون نشاني نہ ليي.

حضرت جن فرمائيندا هئا تہ ”اسان وٽ فقط اهي شخص اچن ٿا، جن جي سڀاڳ جو انگ اڳيئي لکيل آهي.“ هڪڙي اصحاب پڇيو تہ ”قبلا، جي ڪو ڪمبخت اچي تہ؟“ وراڻي ڏنائون تہ ”الله اهڙي ماڻهوءَ کي اسان وٽ بند نٿو موڪلي.“ وري بہ اصحابن سوال ڪيو تہ ”قبلا، جي اهڙو ماڻهو اچي وڃي تہ؟“ فرمايائون تہ ”اهو بہ ايمان جي سلامتي حاصل ڪندو ۽ آخرت جي عذابن

ڪان آجو ٿيندو. مگر حق جي اجازت ڪان سواءِ، اسين
ڪنهن کي بہ توجہ نٿا ڏيون. هزارين ماڻهو جي هن
مڪان تي اچي مڙن ٿا، تن مڙني کي ڌڻي تعاليٰ پاڻ
ٿو موڪلي. اسين ڪنهن کي بہ پاڻمرادو نٿا ڪوٺيون.
پر ڪو هيڪر هيڏي آيو تہ اسين هن تان پنهنجو هٿ
هرگز نٿا لاهيون."

روايت آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن شخص هڪ پيرو
ڪانئن توجہ ٿي ورتو ۽ پوءِ وري ورهين ڪان پوءِ ٿي
آيو، تہ بہ پاڻ هنکي هڪدم سڃاڻي وٺندا هوا؛ پڻ تہ
هو وڏي مبڙ جي وچ ۾ هجي. فرمائيندا هوا تہ "اسان
جي اصحابن مان ڪيترائي حق ۾ حل ٿي ويا آهن، مگر
انهنکي پنهنجيءَ منزل جي پوري شناخت نہ آهي. اهڙن
پهتل شخص مان چاليہ ڄڻا ڪماليت کي رسيل هوا.
انهن چاليهن بزرگن مان حضرت جن ڇهن ڄڻن کي پنهنجو
خاص خليفو مقرر ڪيو هو. هيٺ انهنجو مختصر احوال
ڏجي ٿو:—

١- شيخ عبدالرحيم گرهوڙي: هيءُ صاحب اصل گرهوڙ
جو وينئل هو، جو ٿرپارڪر ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ آهي.
ظاهري علم، فقہ ۽ حديث ۾ بينظير هو. شاعر پڻ هو،
سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ جهجهوئي ڪلام چيو اٿس. فقہ ۽
تصوف تي ڪيترائي ڪتاب لکيا هوائين، جي مدد خان
افغان جي ڪاهن وقت جا لڏ پلاڻ ٿي هئي، تنهن ۾
گم ٿي ويا. سنڌس ڪي تصنيفون اڃا موجود آهن،

جهڙوڪ 'فتح الفضيل' جنهن ۾ حضرت جن جا ملفوظات جمع ٿيل آهن، حضرت جن جي سنڌي بيتن جي عربي شرح، ۽ 'ابيات مثنوي' جنهنجو مضمون حضرت جن جي مداح آهي.

شيخ عبدالرحيم ننڍي پڻ کان وٺي مناظري ۽ مباحثي جو ڪوڏيو هوندو هو؛ ۽ انهن ۾ پين سڀني کي شه ڏيئي ويندو هو. هميشه اها آرزو هوندي هيس ته ڪافرن سان غزا ڪري شهيد ٿيان. اوائل ۾ حضرت جنجي توهين ڪندو هو، ۽ سندن مريدن تي خندا ڪندو هو. هڪ لڳا وات ويندي هڪ درويش گڏيس، جو حضرت جن جي زيارت لاءِ لواريءَ سنپريل هو. درويش کي ٺٺولي ڪري چيائين ته "پنهنجي پير کان منهنجي پاران پڇج ته 'معراج خاص پيغمبر صلعم لاءِ هئي يا پين لاءِ به؟' درويش ڪانئس موڪلائي اٿي هليو. جڏهن لواريءَ پهتو، تڏهن حضرت جن جي صحبت ۾ اهڙو ته لاءِ ٿي ويو، جو شيخ عبدالرحيم جو نياپو ڏيڻ وسري ويس. آخر جڏهن موٽي وڃڻ جو سعيو ڪيائين، تڏهن حضرت جن کيس پاڻمرادو فرمايو ته "فلاڻي توکي اسان لاءِ ڪهڙو سنيهو ڏنو هو؟" درويش وائڙو ٿي ويو، ۽ پيغام ساري پيش ڪيائين، حضرت جن جواب ڏنو ته "شيخ عبدالرحيم کي چئج ته 'بغداد جي هڪ خليفي لاءِ هڪ پل آڏائي ويئي هئي؛ جا اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. اگرچه اها خاص انهن لاءِ جوڙائي ويئي هئي،

تڏهن به جو چاهي سو اچ تاءِ آن مٿان لنگهي سگهي ٿو.
ساڳيءَ ريت حضرت محمد صلعم پڻ معراج جي وسيلي
هڪڙي جهان کان ٻئي جهان تائين گويا هڪ پل ٺهرائي.
آها ڪا ڪڏهن ڍهڻ جي آهي؟ البت ان تان لنگهڻ جو
حق ۽ شان پيغمبر صلعم کي ئي هو، پر سلطان پنهنجي
سنڌس لشڪر به لنگهي سگهي ٿو. اهڙيءَ ڳالهه ۾ ته
پاڻ سلطان جو فخر آهي.''

درويش وچي رقعو رسايو. شيخ عبدالرحيم جي اکين
تان انڌاريون لهي ويئون. آڻ ڏني حضرت جن جي پريت
جو پيچ پنهنجي ويس. پوءِ بحث مباحثا ڦٽا ڪري، وڃي
حضرت جن جي پيش پيو؛ ۽ سندن عنايت سان وڃي
عرشين لڳو. بار بار چوندو هو ته ''مونکي ڏاڍو فخر
هوندو هو ته مون جهڙو عالم ملڪن ۾ ڪو ڪو هوندو.
پر جڏهن حضرت جن جي روبرو ٿيس، تڏهن سڀ وڃي
وسري ويم. سندن اڳيان پاڻ کي اهڙو ٿيو سمجهندو
هوس، جهڙو جاهل فاضل اڳيان''؛ ۽ پڻ چوندو هو ته
''جنهن هڪواريءَ حضرت جن جو توجه حاصل ڪيو،
سو سڄيءَ سنڌ جي مشائخن کان مٿي ٿيو.''

حضرت جن جي وصال کان پوءِ شيخ عبدالرحيم
ڪجهه وقت حضرت خواجه گل محمد جي خدمت ۾
رهيو. آخر وڃي پنهنجي ڳوٺ گرهوڙ ۾ گذارڻ لڳو.
اتي ڳچ ڏينهن خلوت ۾ صرف ڪيائين. بلڪل ٿورو
کائيندو هو، ۽ ٽين ٽين ڏينهن مس هڪ وني معدو خالي

ڪندو هو. سارو ڏينهن ۽ رات هڪ تڏي تي ذڪر تي ڪٽو
اوڍيو ويٺو هوندو هو. نهايت ضعيف ٿي ويو؛ بنه هڏن
جي مٺ وڃي بچيو. نيٺ هڪ ڏينهن خلوت مان نڪري
ٻه ڪري، ٿئون وکو ڀري، دهلاريءَ کي سڏي چيائين
ته ”وڃي ڍنڍورو ڏي ته جو ماڻهو اچ اچي منهنجي
بيعت ڪندو، تنهن کي سڀان دوزخ جي باه کان بچائڻ
جو ذمو آءٌ پاڻ تي کڻڻ لاءِ تيار آهيان.“ اڪثر چوندو
هو ته ”مون کي پنهنجي سر شيخيءَ مشائخيءَ جي ڪا
تمنا ڪانهي؛ صرف الاهي امر جي متابعت ڪري ماڻهن
کي حضرت جن جي طريقي ۾ داخل ٿو ڪريان.“

روايت آهي ته جڏهن مير بجار خان ٽالپر ڪلهوڙن
جي ڪلور سببان انهن سان مقابلي جي سٽ سٽي، تڏهن
وڃي شيخ عبدالرحيم کان دعا گهريائين. شيخ صاحب
فرمايو ته ”اوهان جي سوڀ هن شرط تي منحصر آهي:
ديندارن جي پرگهور ۽ بي دينن جي پائمالي. جي اهو
شرط بجاءِ آندوَ، ته اوهان جي صاحبي پشت بپشت هلي
ايندي. مير بجار خان اهو شرط قبول ڪيو؛ ۽ آخر ٽالپرن
جي فتح ٿي.

گرهوڙ کان ٽيهه ڪوهه پري ٿر ۾ هڪ بت خانو
هو، جتي هر قسم جون بچڙايون ٽيند يون هيون. شيخ
عبدالرحيم جي آرزو هوندي هئي ته بت خاني کي نابود
ڪريان. هڪ دفعي لواريءَ ڏي پئي ويو ته واٽ تي
ڪن دوستن کان خبر پيس ته بت خانو اڳي کان به ابتر

ٿي ويو آهي. هاڻ پاڻ جهلي نه سگهيو. يارن کي چيائين ته ”هلو ته هلي بتخانو ڍاهي ناس ڪريون.“ هڪ درويش کي لواريءَ روانو ڪري، ان هٿان حضرت خواجه گل محمد کي هيٺيون نياپو موڪليائين:-

جه ڪن ٿوپايا ڪوڙ مان، ته ڪي ڪچاڙو؟
ماڙس ستاڙو، پڙس نالو ڪين ڪي.

حضرت جن هيءُ سنيهو سڻي، نهايت افسوس ظاهر ڪيو.

شيخ عبدالرحيم غازين جو ڪٽڪ سنهرادي وچي، بتخاني مٿان ڪڙڪيو. اول بت پرستن کي اسلام جي دعوت ڏنائين، جا هنن قبول نه ڪئي. پوءِ غازين وٽي هلان ڪئي، ۽ ڪن ۾ بت خانو پچي پورا ڪيائون. شيخ عبدالرحيم پاڻ نڪو هلايو هٿيار ۽ نڪا ڪيائين هاڪار؛ 'اِياڪ نعبد' ۽ 'اِياڪ نستعين' جا نعرا مچائي ڏنائين. پوءِ ته بت پرستن مٿس ترارين ۽ ڀالن جو وسڪارو ڪيو؛ مگر عجب جو هن جي بدن مان ڦڙو رت جو به نه نڪتو. آخر زخمن وگهي دم ڏنائين. سندس لاش ڪڍائي اچي گرهوڙ ۾ دفن ڪيائون. هيءُ حادثو سنه ١١٩٢ هجري (١٧٧٨ع) ۾ ٿيو. ان وقت شيخ صاحب جي عمر چاليهه ورهيه هئي.

٢- شيخ ابوطالب اگهمي: حضرت جن جي مڙني اصحابن مان حاجي ابوطالب مروت ۽ محبت، ادب ۽ حيا ۾ وڌيڪ هو. اگرچه هن کي ارشاد ڏيڻ جي اجازت

هئي، ته به اهڙو ته لچارو ۽ نماڻو هوندو هو جو ورلي
ڪنهن کي تلقين ڪيائين. چوڻ ٿا ته فقط ٻن ڄڻن کي
ارشاد ڏنائين، جن مان هڪڙو مير محمد مدني هو. هميشه
اوڪ لڪو پٽندو هو. ڏيڍون چاري يا ڪڏهن مڇي ماري
پيٽ قوت ڪندو هو. سندس وات مان جي بينظير گفتا
نڪرندا هئا، سي ٻڌي هرڪو حيرت ۾ پئجي ويندو هو.
جوڻس ڪرڙي هوندي هئي. مڙس جي مرتبي جي ڪل ڪانه
هوندي هيس. ساڻس سدائين وات سات پيئي ڪندي هئي.
پڇاڙيءَ جا ڏينهن حيدرآباد ڏکڻ طرف سعيدپور جي
ڳوٺ ۾ گذاريائين. سندس قبر به اتي ئي آهي.

حاجي ابوطالب ڳالهه ڪندو هو ته "جڏهن حضرت
جن مون تي عروج جو توجه ڪيو، تڏهن منهنجو روح
جسم سوڌو عرش ڏي پرواز ڪرڻ لڳو. مون کي ڏاڍو
ڏپ ٿيو ته متان ڪري نه پوان. پر پلڪ ۾ منهنجو
جسم زمين تي لهي آيو ۽ رڳو روح مٿي چڙهڻ لڳو،
تان جو آسمان کان به مٿي لنگهي ويو. انهيءَ وچ ۾
مون کي ڪشف ٿيو. ڏسان ته سارو عالم اکين اڳيان
چٽو ٿيو بيٺو آهي. ٿورن مهينن کان پوءِ حضرت جن
وٽ ويس ۽ ساري روئداد بيان ڪيم. پاڻ فرمايائون ته
'جهان چا؟ جي چاهين ته توتي اهڙو توجه ڪريون جو
جهان ۾ جيڪو لوڻ طعام بلي کپي ٿو، سو به جيڪر
توکي چٽيءَ طرح معلوم ٿي وڃي. پر انهيءَ مان توکي
ڇا هٿ حاصل ٿيندو؟' مون ورائي ڏني ته 'قبلا، کي ڪين.'

پوءِ پاڻ فرمايائون ته 'وچي حق ڏي منهن ڪر.' تورن ڏينهن کان پوءِ ڏسان ته بهشت ۾ وڃي پهتو آهيان، ۽ اتي جون ڪل نعمتون جهڙوڪ حورون، محلاتون وغيره اکين اڳيان پيئون ڦرن. دل ۾ پاڻ ته هاڻ منهنجو سلوڪ اچي ختم ٿيو آهي. پر وري جڏهن حضرت جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، تڏهن مون کي خلاصو وهاري فرمايائون ته 'جي سالڪ کي بهشت مليو ته چڻ ته هڪ لقمو آسانيءَ سان هٿ آيس؛ مگر خدا کو بهشت ۾ ڪونه ويٺو آهي. جي تون دل و جان سان حق جو طالب آهين ته وڃي فنا جي وات وٺ.' پوءِ پاڻ مون کي فنا حاصل ڪرڻ جو توجه ڏنائون."

۳- شيخ حاجي محمد صالح گهرائي: هن صاحب حياتيءَ جو گهڻو حصو سير ۽ سياحت ۾ صرف ڪيو. ڏيساور ڏوري، مشهور مشائخن جي صحبت ڪري، معرفت حاصل ڪرڻ جي گهڻي ڪوشش ڪيائين. پر ڪٿان به سندس اميد پوري نه ٿي. آخر وڃي مديني نڪتو. روضه مبارڪ جي زيارت ڪندي، پيغمبر صلعم وٽان الهام ٿيس ته "لواريءَ ۾ ڏي تنهنجي من جي مراد پوري ٿيندي. اوڏانهن وڃڻ شرط لحظي ۾ علم لدني جو اڻ ميو خزانو حاصل ٿيندءِ." هن هدايت پٽاندڙ ستيندو ساڻيهه ڏي آيو؛ ۽ لواريءَ ۾ پهچي، حضرت جن کان ارشاد ورتائين. جهٽ ۾ رچي ريٺو ٿيو. ڦٽڙي مان ڦري درياءُ ٿي پيو. جرئت وارو، داناءُ ۽ وڙائتو ماڻهو هو. حضرت جن جي

اصحابن منجهان جهڙس ڪرامت جو صاحب ڳوليو لهندو. ڇون ٿا ته لواريءَ طرف ڪڏهن به پير ڏ گها نه ڪيائين. اوڏانهن ڳوڏن پر رڙهي ويندو هو. هڪ لڱا سندس وڏي پٽ پڇيس ته ”جيستائين حيات آهيو، تيستائين ته ڳوڏن پر رڙهي لواريءَ جي زيارت ڪري سگهو ٿا. مئي پڇاٿان ڪيئن ڪندا؟“ جواب ڏنائين ته ”پاڻهي ڏسندا.“ عجب جو جنهن مهل دم ڏنائين، تنهن مهل ڳوڏن پر ويٺو هو.

٤- حافظ هدايت الله: هيءُ صاحب حضرت جن جو خاص ٻانهو هو. ساري عمر سندن ئي خدمت ۾ صرف ڪيائين. حضرت جن آخر ڪيس حقيقت احمدي جي بشارت سان نوازيو. انهيءَ بشارت لاءِ هو هميشه منتظر هوندو هو. وفات ويلي يارن کي چيائين ته ”حضرت جن مون سان وعدو ڪيو هو، سو نيٺ پارياٿون.“ پڇيائونس ته ”ڪهڙيءَ ريت؟“ وراڻي ڏنائين ته ”مفصل توڙي مجمل ريت“.

روايت آهي ته هڪ پيري هڪ ساتياڻيءَ حافظ هدايت الله کي ڪچيون گاريون ڏنيون. ڏاڍو رنج ٿيو ۽ وڃي حضرت جن کي دانهن ڏنائين. حضرت جن مائيءَ جي مڙس کي پاڻ وٽ گهرايو. ساڻس مٺيون مٺيون ڳالهيون ڪري، نيٺ فرمايائونس ته ”اسان جا ۽ اوهان جا وڏڙا ڪسابن ڪان هڪبئي سان ساز ۽ سلوڪ ۾ رهندا آيا آهن. اڄ خير ته آهي جو تنهنجيءَ گهر واريءَ اسان جي معزز دوست کي مفت گارگند ڪئي آهي. اڳتي پاڙي

جو ننگ سچائي، اهڙيءَ ناجائز هلت کان پاسو ڪجو، نہ تہ وڏو خلل پري ويندو."

بلوچ خان ٽالپر جنهن 'فردوس العارفين' تصنيف ڪيو آهي، سو چوي ٿو تہ "مون جيڪي بہ حقيقتون ڪتاب ۾ پيش ڪيون آهن، تن مڙني جا حوالا حافظ هدايت الله کان هٿ ڪيا اٿم."

مٿي ڄاڻايلن چئن خليفن کان سواءِ، ٻيا ڪيترا اصحاب هئا جي بہ ڪشف ۽ ڪرامت جا صاحب هئا؛ جهڙوڪ شيخ حافظ طاهر، علي محمد مجذوب، شيخ شعيب ڪشتي، شيخ الياس ۽ شيخ سڌاتوره. جاءِ جي تنگيءَ سبب هنن جو احوال هن ڪتاب ۾ ڏيڻ نٿو سگهجي.

حضرت جن هر روز ڪجهہ وقت اصحابن جي وچ ۾ اچي ويهندا هئا. وڏيءَ حويليءَ مان نڪري، حجري ۾ ايندا هئا. ان مهل بہ چار خاص خليل ساڻن همراه هوندا هئا، جي پرڀرو ٿي وڃي ويهندا هئا، ۽ پاڻ اڪيلا ويٺا رهندا هئا، تان جو مٿان اچي فجر ٿيندي هئي. پوءِ نون توڙي جهونن مريدن کي سڏي انهن کي توجہ ڏيندا هئا؛ ۽ فجر نماز بہ اتي ئي ادا ڪندا هئا. رفتي رفتي اصحاب اچي حلقي ۾ ويهندا هئا. سج کڻي ڪيندو هو تہ اتي اچي اصحابن جي وچ ۾ ويهندا هئا. پهر ڪن کان پوءِ ماني تيار ٿيندي هئي، جنهن جي کائڻ لاءِ ڪڏهن حويليءَ ڏي ويندا هئا تہ ڪڏهن اتي ئي گهرائي وٺندا هئا. پاڻ بلڪل ٿورو کائيندا هئا. اصحاب بہ اوڏيءَ مهل نيرن

ڪندا هئا. ناشتي بعد ٻه ٽپهر هڪ ڏي هنڌ ويٺا هوندا هئا. جيڪڏهن اصحاب زور ڪندا هئا ته وچي حويليءَ ۾ آرام ڪندا هئا. پيشن جي نماز جماعت سان گڏجي پڙهندا هئا. پوءِ سانجهن تائين ويٺا رهندا هئا. اصحاب عصر ۽ مغرب جي نماز پڙهي، ماني کائڻ ويندا هئا. تيتري ۾ پاڻ به پور ڪائي موتي ايندا هئا؛ ۽ اڌ پهر ڪن ويهي، موتي حويليءَ ڏي ويندا هئا.

سياري جي موسم ۾ حضرت جن رات جو حجري اندر بيٺڪ ڪندا هئا. انهيءَ حجري ۾ هاڻ سندن مشهد مقدس آهي. اُتر واريءَ پٽ جي لڳ، هڪ تڏو وڇايل هوندو هو؛ جنهن تي پاڻ ويندا هئا. اڳيان باه جو مچ پيو ٻرندو هو. ان تي بعضي ماني ٽڪي به پچائي ويندي هئي. صبح جو وري وچي خانقاه ۾ ويندا هئا. جڏهن خانقاه جو دالان جڙي راس ٿيو، تڏهن ڏينهن جو گهڻو حصو ان ۾ ويندا هئا. اونهاري جي موسم ۾، خاص ڪري چانڊوڪي ۾، اڪثر دالان ۾ نڪري ويندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ته توجه به اتي ڏي ڏيندا هئا. اتفاق سان اصحاب ڪنهن عمارت جوڙڻ ۾ مشغول هوندا هئا ته پاڻ به وچي وٺن ويندا هئا. هڪ دفعي ساريءَ جماعت کي اڏاوت جي ڪم ۾ لڳايائون، سڀني سال ڪن پئي پورهيو ڪيو. ديني فرض کان سواءِ پئي ڪنهن به ڪم ڪار جي فرصت ڪانه ملندي هين. ڪيترا ته اهڙي سختي سهي نه سگهيا ۽ ڀڄي ويا. آخر جڏهن عمارت تيار ٿي، تڏهن

حضرت جن دالان ۾ اچي ويٺا ۽ فرمايائون تہ ”اج ساريءَ جماعت جا ماڻهو هڪ هڪ ٿي اسان جي روبرو اچن.“ سڀني ائين ڪيو. سڀني کي پنهنجيءَ نظر جي ڪيميا سان سون ڪري ڇڏيائون؛ ۽ سڀئي وليالله ٿي پيا.

حضرت جن پنهنجن مريدن ۾ ڪا طمع نہ رکندا هئا. فرمائيندا هئا تہ ”مرشد جا مريد تي حق تہ گهڻيئي آهن. انهن جي بجاوريءَ بنا مريد کي پوري هدايت ملڻ مشڪل آهي، پر اسان پنهنجا سڀ حق ۽ واسطا مريدن کي بخشي ڇڏيا آهن، اسان کي سندن ايمان بنا ٻيو ڪي نہ گهرجي.“ مريدن کي اجائيءَ ۽ اڻنگيءَ بڪواد کان سخت منع ڪندا هئا. بار بار فرمائيندا هئا تہ ”هيءُ مڪان پاڪ آهي. حق جي ذڪر کان سواءِ هن هنڌ ٻيءَ ڪنهن بہ ڳالهہ جو ذڪر ڪرڻ عظيم گناهہ آهي“. ڪاهليءَ ۽ سستيءَ جي بہ سخت روڪ ڪندا هئا، هڪ چوڪيدار رکيو هئائون جو رات جو اصحابن کي ننڊ مان اٿاري، کين عبادت ڏي رجوع ڪندو هو. خواجہ محمد عيسيٰ دشتي ڳالهہ ڪندو هو تہ ”هڪ رات مون کي ننڊ اهڙو اچي نهوڙيو جو بہ چار فرش ويڙهي، ڪنڌ هيٺان رکي لت ڪوڙي سمهي رهيس. آسر جو جڏهن حضرت جن اصحابن جي وچ ۾ اچي ويٺا، تڏهن مون کي سٿل ڏسي فرشن کي پنهنجن مبارڪ هٿن سان پري ڪري، مون کي سجاڳ ڪيائون. پوءِ جڏهن سڀئي خانقاهہ ۾ وڃي ويٺاسون، تڏهن مون کي تنبيهہ ڪري فرمايائون تہ ”بابا، هٽ ننڊن

ڪرڻ لاءِ ڪونہ آيا آهيون.“

ڀوريون ڀوريون سبق جو هر ڪنهن سيڪڙات کي سڪڻو پوندو هو، سو هوندو هو ظاهري علم کي دل جي ڦرهيءَ تان ميساري ڦٽو ڪرڻ. حضرت جن فرمائيندا هوا تہ ”علم ۽ ڪلام ٻئي صفتون آهن. صفت ٻي چيز آهي ۽ ذات ٻي چيز. فقر جي طريقي ۾ هڪڙيئي قدم کڻڻ سان سڀ ظاهري علم قلب مان ڪورجي وڃي ٿو، ايتري قدر جو خود ’الف بي‘ بہ وسريو وڃي.“ محمد صديق اوبهي نالي هڪ مريد ڳالهہ ڪندو هو تہ ”آءٌ وڏو عالم هوندو هوس، پر جڏهن يڪبار حضرت جن جو مبارڪ منهن ڏٺم، تڏهن سمورو علم ڪافور ٿي ويم.“

اوائل ۾ حضرت جن مريدن کي تلقين ۽ توجه اڪثر فجر جي وقت ڪندا هوا. سڀيئي منهن مونن ۾ وجهي، مراقبي ۾ مشغول ٿي ويندا هوا. حضرت جن جي توجه سان هنن تي فنا ۽ بيخوديءَ جون عجيب حالتون نازل ٿينديون هيون. سندس توجه اهڙو تہ سگهارو هوندو هو، جو ٿوري ئي عرصي ۾ سالڪ وڃي وڏيءَ منزل کي رسندا هوا. ڪڏهن ڪڏهن گهڻيءَ مات ڪان پوءِ، حضرت جن مريدن تي معرفت جي موتين جي پلٽ ڪندا هوا. اڪثر ڪنهن عارف جي گفتي تي، يا قران شريف جي ڪنهن آيت تي، يا حديث جي ڪنهن نازڪ نڪتي تي، يا مولانا روميءَ جي ڪنهن چيدي بيت تي، يا خواجہ حافظ جي ڪنهن مصرع تي نئين روشني وجهندا

هوا. سندن ملفوظات جي بينظير چمن مان ڪي گل ڦل هيٺ ڏجن ٿا:-

(۱) سيڪڙات ڪي ديني ۽ مشروعي ڪمن کان سواءِ ٻين مڙني ڌنڌن کان پاڙڪي آجو ڪرڻ گهرجي؛ ۽ هميشه اسم ذاتيءَ ۾ مشغول رهڻ جڳائيس.

(۲) اسانجي طريقت موجب هٿ ڪم ۾ رڌل هجي ۽ دل يار سان.

از درون شو آشناء و زبرون بيگانه وش،

اينچنين زيبا روش کم مي بود اندر جهان.

(۳) طالب جي جيءَ ۾ اسم ذاتيءَ جي ميخ اهڙي ته مضبوط ڪتل هئڻ گهرجي، جو جي هو خود چاهي ته اُن کي پٽي ٻاهر ڪيان، ته نه ڪڍي سگهي.

(۴) حق تعاليٰ ذڪر قلبيءَ جي هدايت ڪئي آهي. پيغمبر صلعم به حرا جبل جي غار ۾ ويهي ذڪر قلبي ڪندو هو. اُنهيءَ ڪري ئي هنجي قلب ايتري صفائي حاصل ڪئي، جو مٿس وحي نازل ٿي. ذڪر قلبيءَ جي ڪل خدا کيئي پوي ٿي. خود ڪرام الڪاتبين ۽ شيطان کي به اُنجو منجهه نٿو پوي. قيامت جي ڏينهن جڏهن خدا ذڪر قلبيءَ وارن کي پنهنجيءَ خاص عنايت سان نوازيندو، تڏهن ڪرام الڪاتبين کي حيرت وٺي ويندي. خدا کي چوندا ته ”اِنهن ماڻهن جي اعمالنامن ۾ اسان ته اهڙي ڪا ڳالهه ڪانه لکي آهي، جنهن ڪري ڪين ايڏو اُجورو ملي.“ خدا فرمائيندو ته 'انهنجا اعمالنامان

مون وٽ موجود آهن، جنجي اوهانکي سڌ نہ آهي."

ميان عاشق و معشوق رمزي ست،
کراماً کاتبين را زان خبر نيست.

(٥) جيڪڏهن قلب ڪي نفس جي ڇنبي ڪان پري رکبو تہ پوءِ طلب جي بہ ضرورت نہ ٿيندي، خدا ازخود پنهنجي حجري، يعني انسان جي دل ۾ اچي وارد ٿيندو.

(٦) جڏهن اسم ذاتي اچو انسان جي اندر ۾ سمائجي، تڏهن نفس جا وسوسا پاڻمرادو نڪريو ٻاهر ٿين، جهڙيءَ ريت جڏهن ڪو بادشاه ڪنهن مڪان تي اچي منزل ڪندو آهي، تڏهن آجنبي آدمي ازخود هڪالجي ويندا آهن.

(٧) نفس ۽ دنيا مان مراد آهي حق ڪان غافل رهڻ.

چيست دنيا از خدا غافل بُدن،
ني قماش و نقره و فرزند و زن.

سالڪ جي نظر ۾ خدا ڪان هڪ پلڪ پاسو ڪرڻ بہ ڪفر آهي. اهو طالب جو خدا ڪان هڪڙو پساه بہ جدا رهي ٿو، سو ملعون ۽ مردود آهي. وري جڏهن توبہ تائب ٿي، خدا ڏي رجوع ٿئي، تڏهن ئي نيڪبخت چئجي.

(٨) اوليا حق ڏانهن اِئين پيا ٻوڙن، جيئن نديون درياءَ ڏانهن. هرهڪ مريد منجهانئن پنهنجيءَ همت ۽ اِرادت آهر پاڻيءَ جي نهر پيو ڪڍي؛ ۽ اُن سان پنهنجيءَ پوک کي سرسبز پيو ڪري. اگرچہ اهڙا اوليا ظاهر ۾ زهر مثل قاتل آهن، تہ بہ باطن ۾ آب حيات جهڙا مٺا

آهن. جيڪو ماڻهو رڳو هننجي ٻاهرين حالت جاچي ٿو، سو سدائين موت جي ڇنبي ۾ گرفتار رهي ٿو. پر جيڪو ماڻهو هننجي باطنيءَ حالت ڏي نظر ڊوڙائي ٿو، سو هميشه جي زندگي حاصل ڪري ٿو.

طبع ناف آهو است اين قوم را،
از برون خون از درون شان مشکها.

(٩) مرشد ئي حق جي نائبي آهي، جو شخص ڌڻيءَ ڏي پنهنجو خليفو ڪيو آهي، سوئي سچو شيخ يا پير آهي. ڪوڙن مان ڪو قليل انهيءَ مرتبي تي رسي ٿو، باقي ٻيا جي پيريءَ مرشديءَ جو دم هڻن ٿا، سي سڌڙيا آهن.

نه هر ڪه سر بتراشد قلندري داند.

سچو پير اهو آهي جو فنا ۾ غرق رهي ٿو. اُنجو ڪلام دوا آهيءَ اُنجي نظر شفا آهي، هڪ نگاه سان مئل دل کي بقا بخشي ٿو، باقي آهي سڌڙيا جي دل جي جوش ۽ خروش وچان يا مجازي عشق جي موج منجهان پاڻ کي پير سڏائي، ماڻهن کي دعوت ڏين ٿا، سي صرف پنهنجي نفس جو شڪار بڻجن ٿا.

(١٠) جئن ۾ گدرا هٿ نه ايندا آهن، تئن دنيا ۽ آخرت ٻئي هٿ نه ايندئون.

(١١) دنيا ۾ هر ڪنهن شيءِ جي ناس ٿي وڃڻ ڪان پوءِ به، اُن شيءِ جو ڪونه ڪو بدل باقي رهي ٿو. مگر هن عارضي عمر جو نه ڪو آهي، بدل ۽ نڪو

آهي عوض. البت اُنجو هڪ عوض ٿي سگهي ٿو، جو آهي الله جو اسم. جي ڪنهن الله جو اسم حاصل ڪيو، ته گويا ڪيس ويل عمر موٽي ملي.

(١٢) سچي صحت ۽ فرحت فقيريءَ ۾ ئي سمايل آهي، فقيريءَ بنا مرض ۽ مصيبت ۾ مبتلا ٿئجي ٿو. پر فقيريءَ جي معنيٰ سڃائي نه آهي. نفساني خواهشن کي فنا ڪرڻ ۾ ئي سچي فقيري آهي.

(١٣) خدا انسان جا قلب چئن قسمن جا خلقيا آهن. هڪڙا وارياسيءَ مٽيءَ مثل آهن، جا پٽ ڪ پاڻيءَ سان گڏيو حل ٿيو وڃي. ٻيا ظاهري علم جي تحصيل سببان چيڪيءَ مٽيءَ جهڙا آهن، جنهن تي ڪيترو به پاڻي وجهو ته ڇهي ويندي؛ يعني اهڙن قلبن تي جيترو وڌيڪ فيض ڪبو، اوترو وڌيڪ فائدو ٿيندو. ٽيان پهڻ جهڙا سخت آهن، جنهن تي نقش چٽڻ نهايت مشڪل آهي. پر جي هڪوار اهڙن قلبن تي ڪو نقش چٽجي ويو، ته پوءِ مور نه ميساربو. چوٿان نوُد جهڙا آهن، جنهن ۾ سوئو هڻبو، ته البت سوراخ ٿيندو؛ مگر سوئي ڪيڻ شرط وري اهڙي جو اهڙو ٿي پوندو.

(١٤) انسان جي دل ۾ ٣٦٠ گهڙڪيون آهن، جن مان حق تعاليٰ ڏينهن رات ۾ ٣٦٠ ڀيرا ليئا پائي ٿو. جي انسان جي دل خدا سان مشغول آهي، ته سندس گهڙڪيون به کليل رهن ٿيون. پر جي هو خدا کان غافل آهي، ته گهڙڪيون بند رهن ٿيون. انهيءَ حالت ۾

هو الاهي فيض کان محروم رهي ٿو.

(١٥) نقشبندي طريقي موجب ڏينهن رات ۾ ٻه ويلون نهايت سڀوريون آهن. انهن جي همت آڏو لاءِ سخت تاڪيد ڪيل آهي. هڪڙي ويل آهي فجر کان وٺي سج اڀرڻ تائين، ۽ ٻي پيشين کان وٺي سج لهڻ تائين. جي ٻيءُ يا ماءُ جو جنازو پيل هجي، ته اهو ڇڏي به طالب کي هنن ٻن ويلن تي حق ڏي رجوع ٿيڻ گهرجي.

(١٦) ڪتابن جي مطالع ڪرڻ يا قال قيل سان انسان حق سان واصل نٿو ٿئي، پنهنجيءَ دل کي درست آڻو آهي؛ ۽ ان منجهان ئي حق جو مشاهدو ماڻو آهي.

(١٧) نقشبندي طريقو ٻين مڙني طريقن کان سالڪ کي سنت ئي لاڻ لڳ ڪري ٿو. مگر ان منجهه نياز، عاجزي، ادب ۽ ارادت جي سخت ضرورت آهي. سڏڙين جي جاءِ نه آهي، سنڌ ملڪ جا ڪي ماڻهو هرديگي چمچا آهن، جنڪي نت نئون مرشد گهرجي. اهڙن چلولن کي هن سڀوريءَ وات ۾ وجهڻ عبث آهي. سائين فقر جي ڳالهه چورڻ ئي نامناسب آهي.

بر در مي خانه رفتن کاريگرنگان بود،
خود فروشان را بکوي مي فروشان راه نيست.

(١٨) اڄ ڪلهه سون هزارن سالڪن مان ورلو ڪو خاص حق جي ذات جو ڳولائو آهي. اڪثر ڪري هر ڪو دنيا جو طالب ۽ نفس جو شڪار آهي.

(١٩) سالڪ کي حق ۾ اهڙيءَ ريت فنا ٿيڻ

گهرجي، جو وجود جو به سماءُ نه رهيس. مٽيءَ ۽ پٿر مثل ٿيڻ گهرجيس. جي اِئن ڪيائين، ته حق اچي سندس اندر ۾ خيمو کوڙيندو؛ پوءِ سندس قوّل توڙي فعل خود خدا جا قوّل ۽ فعل ٿي ويندا.

تو مباش اصلا وصال اين ست و بس
تو درو گم شو وصال اين ست و بس؛
معرفت فاني شدن دروي بود،
هرکه فاني نيست عارف کي بود؟

(٢٠) هرڪو انسان ڏينهن رات ۾ چوويه هزار دم کڻي ٿو. جي هرهڪ دم خدا جي ذڪر سان پريل آهي، ته اُهو آمل ماڻڪن جو انبار آهي. اُنجو نڪو آهي مٽ، نڪو ثاني.

(٢١) اُهو شخص جنهن پاڻ کي فنا نه ڪيو آهي، مگر جو وظيفن ۽ عبادتن جي وسيلي وصل جو طامعو آهي، سو وڏو نادان آهي. خدا کي سندس وظيفن ۽ نمازن جي کهڙي پرواه رکي آهي؟

(٢٢) دنيوي ماڻهون جي خدا کان غافل رهن ٿا، تن مان ڪيترائي، بک ۽ وگهي مرن ٿا. پر خدا جي طالبن مان ڪوبه بک وگهي نه مئو آهي.

(٢٣) سنڌ ملڪ جا اڪثر آدمي خدا کان غافل ۽ بيخبر آهن. ڪي ته اهڙا به آهن جو مانين جو ٽوڪرو مٿي تي کڻي به در در وڏيڪ مانيءَ لاءِ پنندا وتن.

(٢٤) جڏهن جڏهن طالب کي ڪا مشڪلات

درپيش اچي، تڏهن تڏهن گهرجيس ته وڃي مراقبي ۾ وهي. پوءِ اهي مشڪلات هڪدم حل ٿي وينديون.

(٢٥) مڙني ذڪرن ۽ شغلن کان فنا وڏيڪ وڻندڙ ۽ فرحت بخشيندڙ آهي.

بعضي بعضي حضرت جن جي مبارڪ زبان مان بنا تڪليف سنڌي بيت پڻ جاري ٿي ويندا هوا. هرهڪ بيت معرفت جو موتي آهي. نهايت سنجيدو، دلچسپ ۽ مفيد آهي؛ توحيد ۽ سلوڪ جي سڳنڌ سان واسيل آهي. ڪل پنجاسي بيت چيائون، جن مان نموني طور ڪي هيٺ ڏجن ٿا:-

(١)

جڳ تنين جي جاءِ، جنين ڇڏيو جڳ کي،
سيئي تو سهنداءِ، جي تو سهند نه تن سين.

(٢)

جاهل ذوق سڪن جو، عارف سور سهاءِ،
سوُرن سندي ساءِ، راحت رسي روح کي.

(٣)

عارف ۽ عشاق، پسڻ گهرن پرينءَ جو،
جنت جا مشتاق، آهن اوراهان ٿيا.

(٤)

نه ڪين اوڏو آڪ کي، نه ڪين نظران ڏور،
وڇان اِنءَ وهلور، جنءَ ڏنوئي آڻ ڏيٺ ۾.

(۵)

چڙياڻ هيءُ جهان، هو پڻ گهوري گهوريان،
پلڪ پريان ساڻ، جي مون سري، جيڏيون.

(٦)

پاڻ ڪٺي پريم ڏاهم، ڪڏهم پهتي ڪان،
تت گذر نہ غير جو، جت سڄڻ جي ساڃاه،
ورئو وحدت واءُ، دوئي سڀ دور ٿي.

(۷)

سڪ روحاني ساميين، جسمي جاهلن،
پڳن مڇي من، پارس پسن ڪين ڪي.

(۸)

پچين جان بروچ، تان پاسي ڪر پرهيز ڪي،
جنين ڏنو هوت، تن دين سيئي دور ڪيا.

(۹)

جن ڏنو پاڻ، تن ڏنو سپرين،
غلط اِي گمان، تہ عارف پسي آرسي.

(۱۰)

صورت معنيٰ وچ ۾، ڪونہ وچ وڇاء،
هوُ نہ سڃاپي هن ري، هي مور نہ موجوداء،
ڪٿي جوهر ڪونجي، ڪٿي عرض بہ آه،
حقيقت هيڪاه، پر نالن متو ناه ڪو.

(۱۱)

ڪٿي نظر نقل جو، ڪٿي ٿيو ڪلام،

ڪٿي فوڄ فڪر جي، ڪٿي مات مقام،
ڪٿي مس چوڻ مام، ڪٿي ڪچڻ پڌرو.

(١٢)

عجب جهڙي آه، حقيقت حبيب جي،
نه ڪين چئبو سو ڏٺي، نه ڪين مخلوقاءِ،
شفق جي ساڄاه، جامع ليل نهار ڪي.

(١٣)

ماهيت ميه نه پوءِ، قلزم آندر قطري،
جو وڃي سوءِ، جڳ چڙي جالار ۾.

(١٤)

عدم اوتارون، نامرادي سمرو،
ڪفر ۽ اسلام کان، لنگهي هوت لدون،
رضا راڄ سندون مؤر نه مڱن ڪين ٻئو.

(١٥)

خودي ڪٺي پاڻ سين، هتان جي هلئا،
سي لوڪ چڙيندي لهرجنءَ، مري محو ٿئا،
جي آب هئا، ته لهريون سڀ لباس ٿيون.

موقعن تي اصحاب حضرت جن کان روحاني رازن ۽ رمزن بنسبت سوال پڇندا هوا. پاڻ وڏيءَ خوشيءَ سان انهنجا قطعي جواب ڏيندا هوا. هڪ ڏينهن سوال آئيو ته عارف ڪنهنکي چئجي؟ حضرت جن وراڻيو ته ”عارف انهيءَ کي چئجي جنهنجي باري ۾ ماڪڙ پئي جهڙا هزار صديق اچي شاهدي ڏين ته هو زنديق آهي.“ هڪ

لڳا لعل شهباز قلندر جي اچي ڳالهہ نڪتي. هڪڙي اصحاب چيو تہ ”لعل شهباز مجذوب هو. نماز پڙهڻ وقت رڳو تڪبير چوڻ سان ٿي لنءُ لنءُ مان لوهو وهندو هوس.“ حضرت جن فرمايو تہ ”ان وقت اهڙو ڪو خدا جو مرد ڪون ٿي ڏٺو، جو جيڪر ڪيس انهيءَ حالت مان پار لنگهائي؛ ۽ جي خواجہ عبدالخالق جو هڪ ٿي فرزند ان وقت حيات هجي ها، تہ منصور کي سوريءَ تي سر ڏيڻو نہ پوي ها، چو تہ هو جيڪر 'انا الحق' واريءَ حالت مان لنگهائي، آڳرو نئي ها.“

پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ حضرت جن جي تلقين جو نمونو اور قسم جو هو. اڪثر ماٺ ڪري ويٺا هوندا هوا، سندن صحبت مان ئي مريدن کي ازخود اهڙوئي فيض رسندو هو، جهڙو اصحابن کي پيغمبر صلعم جي صحبت مان. پاڻ بار بار فرمائيندا هوا تہ ”اسانجي فقر جو اثر توڙي اسانجيءَ صحبت جو فيض ساڳيو اهو آهي جو اصل ۾ پيغمبر صلعم کان جاري ٿيو. لطيفن، نڪتن ۽ نظيرن جي ذريعي سلوڪ سيکارڻ جو رستو هاڻوڪي شيخن مشائخن جي بناوت آهي. ان جو مکيہ سبب طالبن جي سمجهہ جي گهٽتائي آهي.“

حضرت جن جي صورت سيرت جون بيشمار خوبيون بيان کان ٻاهر آهن. وچولي قد جا هوا ۽ چمڙي ڪڻڪ رنگي هين. سرير ۾ البت پتلا هوا. مٿو گول ۽ پيشاني ڪشادي هين. سندن ڀرون وڏيون، ڳوڙهيون ۽ ڳتيل

هيون؛ ۽ سندن سونهاري ڏگهيرري، چاپئين ۽ سفيد هئي. سندن منهن مٺيادار هو، جنهن مان نوراني جمال پيو بکندو هو. سڀ ظاهري توڙي باطني ڪماليتون منجهن موجود هيون؛ ۽ شريعت توڙي طريقت جي ڪل فضيلتن سان سان سينگاريل هوا. سندن مبارڪ زبان مان ڪڏهن ڪو گٿو حرف نه نڪتو؛ ۽ نه ڪڏهن ڪا درد ڀري دانهن ڪيائون. ڪڏهن به ڪو اهڙو ڪم نه ڪيائون جو عقل يا شريعت جي اُبتڙ هجي. سندن ڳالهائڻ ٻولهائڻ نهايت سنجيدو، مختصر مگر مائيدار هوندو هو؛ ۽ سندن هرهڪ سخن ٻڌندڙن جي جيءَ ۾ ڪپي ويندو هو.

حضرت جن جون ڪي خاص وصفون جي سڄ ڪان به وڌيڪ ظاهر هيون، سي هيءَ هيون:- (١) رضا (٢) توڪل (٣) صبر (٤) سخاوت (٥) بي اسبابي (٦) خدا جي توه جي طلب (٧) گوشه نشيني. پنهنجا سڀ ڪم ڪاريون خدا جي حوالي ڪري ڇڏيون هوائون. پنهنجيءَ ڪنهن به مراد جي پوري ٿيڻ لاءِ رب ڪي هرگز نه ٻاڏايائون؛ ۽ نه ڪڏهن ڪنهن انسان جي چڱائيءَ لڳائي لاءِ دعا گهريائون. ڪو ماڻهو اچي دعا لاءِ ستائيندو هون تہ فقط اِئن فرمائيندا هوا ”مڙوئي خير ٿيندو.“ بار بار چوندا هوا تہ ”جو سالڪ سڌن جي وس آهي، سو اچا اروٽ آهي ۽ فنا جي منزل کان دور آهي. خود حق سان واصل ٿيڻ جي سڌ به نفساني خواهش آهي. جڏهن طالب حق جي هر آمر تي راضي رهي ٿو، تڏهن ئي هو

پوري سلوڪ تي هلي ٿو. ٻانهي کي مولا جي مراد کان سواءِ من ۾ ٻي ڪا به مراد رکڻ جڳائي.

يا مراد دوست بايد يا مراد خويشتن.

حضرت جن جو ڏٺيءَ تي اهڙو ته پورو ڀروسو هوندو هو، جو جهان جي ماڻهن جي ڪا به ڪاڻ نه هوندي هين. رهڻيءَ توڙي ڪهڻيءَ ۾ بادشاهن مثل بيپرواه هوندا هوا. فرمائيندا هوا ته ”اسين انهن پيرن مرشدن منجهان نه آهيون، جي مريدن جي درن تان ٽڪا چڏائيندا وتن. اسانجو فرض آهي مريدن کي الله جي واٽ ٻڌائڻ ۽ پڻ کين ماني ٽڪي موجود ڪري ڏيڻ“. حضرت جن کي پين مشائخن وانگر نڪي هيون جاگيرون، ۽ نڪي هئن وظيفا. ميان غلام شاه ڪلهوڙي کين آزيون نيازيون ڪري جاگيرون آڇيون، جي هرگز نه قبوليائون. فرمائيندا هوا ته ”جو ماڻهو زماني جي حاڪم سان دوستي رکي ٿو، تنهن کي توڻ جي تنگي نٿي ٿئي. ڀلا، اهو ماڻهو جو حاڪمن جي حاڪم سان نينهن لائي ٿو، سو ڪئن محتاجيءَ ۾ مبتلا ٿيندو؟ بلڪ اهڙو ماڻهو خود شهنشاه آهي، ۽ ميان غلام شاه جهڙا سهسين حاڪم سندس گولا غلام آهن“.

حضرت جن اهڙا بي پرواه بادشاه هوندا هوا، جو ساري عمر ڪنهن گهالهه لاءِ ڪنهن کي به سوال نه ڪيائون. فرمائيندا هوا ته ”وضوءَ لاءِ پاڻي نه هجي ته ان لاءِ به ڪنهن کي سوال نه ڪجي. لاچار تيمم ڪري ئي نماز پڙهي ڇڏجي“.

گفت پيغمبر ڪه جنت از اله،
گر همي خواهي زڪس چيزي مخواه؛
چون نخواهي من ڪفيلم مرترا،
جنت الماوىٰ و ديدار خداه

حضرت جن اِئن به چوندا هوا ته ”اسين ڀٽهي جهان کان فارغ آهيون. اسانکي ڪنهن به شيءِ جو احتياج ڪونهي. هيءُ ماڻيءَ جو پور جو اسين ڪائون ٿا، سو به ڏٽي اسانکي گهر ويٺي ڏي رسائي ٿو. ان لاءِ به اسين ڪنهن اڳيان هٿ نٿا ٽنگيون. جي ڏٽي ڏئي ته به واه، نه ڏئي ته به واه. جيڪي مالڪ کي وڻي، سو ڪري. پر هو پنهنجي فضل سان نه فقط اسانکي، پر اسانجي مڙني مريدن کي روزي رسائيندو پيو اچي. الله آسمان جي خزانن جون ڪنجون اسانجي هٿ وس ڪيون آهن؛ سو جي اسين چاهيون ته هر روز لکها روپيا خرچ ڪريون ۽ ٻئي وقت مريدن کي پوڙ پلاءُ ڪارايائون. پر جي اِئن ڪنداسون ته مفت ڏيه ۾ ڏيکاءُ ٿيندو. انهيءَ ڪري لنگر تي هڪ ويلو رب ۽ ٻيو ويلو رکي روٽي تيار ڪرايون ٿا.“ روز مره جيڪو سيڌو سامان کپندو هو، سو روڪڙن پئسن تي موديءَ جي دڪان تان گهرائي وٺندا هوا. مهانگائيءَ توڙي سهانگائيءَ ۾ ڪڏهن به ٻڌو آن خريد ڪري انبار ڀري نه رکيائون.

حضرت جن جي تحمل، بردباريءَ ۽ رحمدليءَ جا ڪيئن مثال موجود آهن. هڪ حجام جو سندن سنوارت

ڪندو هو، سو بنه دودستو هوندو هو. نهرڻ سان ننهن لاهيندي، حضرت جن جي آڏين مان رت ڪري وجهندو هو؛ يا ڪڏهن وار لاهيندي، حضرت جن جي مبارڪ مٿي کي ايذاءُ رسائيندو هو. مريد گهڻو ئي ڇنڊڪندا هوا ته هن چٽ کي تڙي ڪڍون. پر حضرت جن فرمائيندا هوا ته ”هيءُ ويچارو اسانجي خدمت ۾ ورهين جا ورهيه رهيو آهي. هينئر ڪيس ڪڍي، سندس جاءِ تي ٻيو حجام رکڻ مروت جهڙي ڳالهه نه ٿيندي ’و السابقون السابقون اولئڪ المقربون‘، يعني ’ٻهريان ٻهريان آهن، اهي ئي مقرب آهن.‘

هڪ لڳا محرم مهني جي ڏهين تاريخ شيعن جو هڪ وڏو ميڙ تابوت کڻي، حضرت جن جي مسجد جي در وٽ اچي بيٺو. سيني سينا پٽي ڪنيا ۽ ڏاڍو گوڙ شور مچائي ڏنو هوائون. حضرت جن اُن وقت اصحابن کي توجه پٽي ڏنو. ماتمين جو غسان حد کان ٻاهر لنگهي ويو. ڪن اصحابن عرض ڪيو ته ”قبلا، جي فرمايو ته هنن ماتمين کي موچڙا هڻي هڪالي ڪڍون.“ حضرت جن ورائيو ته ”هو پاڻهي پاڻ کي موچڙا هڻي رهيا آهن؛ اسانکي ڪهڙو هرج رسايو اٿن؟“

هاڻ حضرت جن جي فراخدليءَ جو هڪ نهايت عمدو مثال پيش ڪجي ٿو، هڪڙو هندو وٽن لڪ چوريءَ لنگهي آيو؛ ۽ وينتي ڪري چيائين ته ”قبلا، هن بندي کي اسم اعظم جي هدايت ڪريو.“ حضرت جن هنکي

هڪدم هدايت ڏني. جڏهن هو موڪلائڻ تي هو، تڏهن فرمايائونس ته ”ظاهر ظهور تون بيشڪ هندو ڌرم جي ڪرياڪرم تي قائم رهندو اچ؛ پر باطن ۾ اسان جا توکي امانت عطا ڪئي آهي، سا حفاظت سان سانڍيندو اچج.“ هيءُ حرف ٻڌي، حافظ ٻنهوره نالي اصحاب اعتراض ورتو، عرض ڪيو ته ”قبلا، هيءَ وري ڪهڙي قسم جي مسلماني آهي؟“ حضرت جن ٻاجهه ڀريون اکيون مٿي ڪري فرمايو ته ”ميان، مسلمانيءَ جي توکي ڪهڙي خبر؟“

حضرت جن جو قلب آرسيءَ مثل هو. ٻين جي من جون مؤجون ازخود اُن ۾ منعڪس ٿي ويندڙيون هيون. نه فقط ايترو؛ ڏورانهن ڏسن جون وارداتون پڻ اُن ۾ منهن ڏيئي اچي بيهنديون هيون. اهڙا اڪيچار مثال موجود آهن، جن مان ٻه چار هيٺ ڏجن ٿا:-

(۱) ’مرغوب احباب‘ جي صاحب جو ڏاڏو حاجي شهمير ڳالهه ڪندو هو ته ”ٻهرين ٻيري جڏهن آءٌ تن عزيزن سان گڏ حضرت جن جي زيارت تي آيس، تڏهن پاڻ خانقاه ۾ ويٺا هوا. اسان ساڻ خوش خيرعافيت ڪري، حويليءَ ڏي ويا. اسين اُتي ئي ويٺا رهياسين. ٿوري وقت کان پوءِ، اسان واسطي سڀيو ستابو طعام موڪليائون. طعام ڏسي؛ دل ۾ چيم ته ’حضرت جن جي گذران جو ڪو ظاهري وسيلو مونکي ته ڪونه سجهي؛ پوءِ هيءَ روزي ڪٿان ڪير ٿو رسائي؟ ارانسواءِ، مون اِئن به سٺو آهي ته مريدن کي مشروعي فرض بنا ڪنهن نفل جي

۽ رخصت نٿا ڏين، بلڪ کين قرآن جي تلاوت ۽ درودن پڙهڻ کان ب روڪين ٿا.' پوءِ ته ويهي ماني کاڌي سون. ايتري ۾ حضرت جن وري آيا، ۽ مون ڏانهن نهاري فرمايائون ته ''ٻارن کي اڪثر سوادي ۽ عمدو طعام رڌي کارائبو آهي. جڏهن هنن جو خيال ٻئي پاسي هوندو آهي، تڏهن حرفت سان هٿ ڦيرائي گره ڪٽي وات ۾ وجهبو اٿن. ساڳيءَ ريت اوليا ب الله جا ٻچڙا آهن، جن کي هو پاڻ آڇيو کارائي.

اوليا اطفا حق اند اي پسر،
در حضور و غيب آگه با خبر.

قرآن پڙهڻ فرض آهي. درود ته اسين پاڻ جمع رات پڙهندا آهيون. پر جو شخص فقط ٽي ڀيرا 'قل' پڙهي ٿو، تنهن کي ساري قرآن جي دؤر جو ثواب ملي ٿو. مگر جيڪا تعليم اصحابن کي اسين ڪريون ٿا، سا آنهن مڙني ڳالهين کان مٿي آهي.''

(٢) هڪ ڏينهن حضرت جن جو هڪ پوڙڙو مريد ٽانڊري نالي ڳوٺان هلي، لواريءَ ڏي پنڌ ڪندو ٿي ويو. وات تي هڪ ڏينياڻيءَ کي لوڙهي اندران ناريل لڪائي ڏنائين. جڏهن حضرت جن جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿيو، تڏهن پاڻ فرمايائون ته ''آبا، لوڙهن اندران ناريل لڪائيندو ڏيندو وتين!'' ٽانڊڙو گهٻرائجي ويو، ۽ چيائين ته ''قبلا، اوهانکي ڪنهن ٻڌايو؟'' حضرت جن

وراڻي ڏني تہ ”حق تعاليٰ اسانکي هر ڪنهن انسان جي ڳجهن جو اطلاع ٿو ڪري.“

(٣) هڪ لڳا بنگلو فقير گوپانگ دربهري جي ڳوٺ مان سنهڙي، حضرت جن جي زيارت تي نڪتو. واٽ تي بنگوري جي ڳوٺ مان لانگهائو ٿيو. جڏهن اُن ڳوٺ جي ملي کي اها خبر پيئي، تڏهن فقير کی چيائين تہ ”حضرت جن کي وڃي منهنجو پيغام ڏج تہ ’ملو ٿو پڇي تہ اوهين ڪهڙي حساب جماعت سان گڏجي نماز ننا پڙهو؟‘“ فقير وراڻي ڏني تہ ”مونکي ڪهڙي مجال آهي جو حضرت جن کان اهڙو سوال پڇان؟“ سانجهن جو ملو پيش امام ٿي، نماز پڙهائڻ ويٺو. پر عجب جو اگرچہ سارو ڪلام الله ڪنٺ هوس، تہ بہ اوڏي مهل هڪڙي آيت بہ ياد نہ پيئي اچيس. وڏي ويرم کان پوءِ مس مس نماز پڙهائي پوري ڪيائين. آخر فقير سان سچي ڪيائين تہ ”آءٌ جو نماز وقت مينجهي پيس، سو سڀ منهنجيءَ بي ادبيءَ جو اثر هو. وري جڏهن توبه تائب ٿيس ۽ حضرت جن کي ياڏام، تڏهن حافظو تيز ٿيم ۽ پوءِ جڏهن نماز ادا ڪيم.“ پوءِ بنگو فقير موڪلائي اُٿي هليو. جڏهن اچي حضرت جن جي خدمت ۾ حاضر ٿيو، تڏهن حضرت جن پاڻ مرادو فرمايو تہ ”تون دربهري جي ڳوٺ مان آيو آهين؟“ فقير کي نهايت اچرج لڳو تہ حضرت جن کي سندس ڳوٺ جي ڪٿن خبر پيئي. پوءِ حضرت جن فرمايو تہ ”جماعت سان گڏجي نماز

پڙهڻ بلڪل خاصو ڪم آهي. پر ضعف ۽ پيريءَ سبب
اسين اِئن ڪري نٿا سگهون.“

(۴) 'مرغوب احباب' جي صاحب جي ڏاڏي جو
پاءُ ڳالهه ڪندو هو ته ”جڏهن آءٌ ڀهريون پيرو حضرت
جن جي زيارت تي ٿي ويس، تڏهن گونيءَ جي ڪپ
وٽان لنگهيندي ڏسان ته چوگرد سبزي لڳي پيئي آهي.
دل ۾ چيم ته 'هن پوکيءَ جا مالڪ ڏاڍا سائو ۽ آسودا
ٿا ڏسجن.' جڏهن حضرت جن جي خدمت ۾ اچي رسيس،
تڏهن خوش خير عافيت ڪري، فرمايائون ته 'بيابان جو
رهاڪو هيڪر هن ملڪ ۾ آيو ته پائيندو ته هتي جا
رهاڪو نهايت سائو آهن، پر جي آهو شخص پنهنجيءَ
دل ۾ جهاتي پائي ته ان ۾ جي نعمتون سمايل آهن، سي
ڏسي هوند حيران ٿي وڃي.“

حضرت جن کي اها ڳالهه بلڪل ناپسند هئي ته
ڪو اولياءُ رب جي مرضي ريتي' خلق کي خوش ڪرڻ
لاءِ ڪرامتون ۽ اچرج ڏيکاري. هڪ ڏينهن ڪنهن شخص
اچي سندن اڳيان ذڪر ڪيو ته ”شاه عبدالڪريم بلڙيءَ
وارو هڪ پيري درويشن کي وٺي، درياءَ تان پنڌ ڪندو
وڃي پار پهتو ۽ ڪنهن جو پلاند به پاڻيءَ ۾ نه پسيو.“
هيءَ ڳالهه حضرت جن کي نه وڻي. فرمايائون ته ”ڪرامت
جو ڏينهن اڃا آڳاهون آهي. مردن جي مرديءَ جي خبر
پاڻهي سڀان قيامت جي ڏينهن پوندي. ڏسجي ته ڪير ٿو
پنهنجيءَ جماعت کي تاڻي سلامتيءَ سان دارالسلامت ۾

رسائي.“ انهيءَ هوندي بہ حضرت جن جي فيض ۽ ڪرامت جا بيشمار مثال موجود آهن، جن مان ڪي هت بيان ڪجن ٿا:-

(١) جنهن ڏينهن حضرت جن جي والده شريفه وفات ڪئي، تنهن ڏينهن وضيمو ڪيو ويو. حضرت جن فرمايو تہ ”ساريءَ جماعت توڙي ڳوٺ جي مڙني ماڻهن کي ڪارائي ڏيءُ ڪرايو.“ انهيءَ تي مريدن عرض ڪيو تہ ”قبلا، هيڏيءَ ساريءَ خلق کي ڪارائڻ محال آهي. اسان جيڪو طعام تيار ڪرايو آهي، تنهن مان ڪانديءَ مس ڪائي سگهندا.“ هي حرف ٻڌي، پاڻ اٿي بورچيخاني ۾ ويا. اٿي بہ ديگيون پريون رکيون هيون. انهن مان هڪڙيءَ ڏي اِشارو ڪري فرمايائون تہ ”اول هن ديگ مان پرچي ڪارايو.“ ائن ڪيو ويو ۽ عجب اسرار ٿي ويو. ساري خلق انهيءَ هڪڙيءَ ديگ مان ڏيءُ تي ڪائي اٿي. ٻي ديگ ائن جو ائن دمي رکي هئي.

(٢) جڏهن حضرت جن جي شادي ٿي ٿي، تڏهن هزارها ماڻهو اچي مڙيا هوا. ان وقت ان جو فقط هڪ خروار موجود هو. ڪارپردارن کي ڳڻتي وٺي ويئي تہ هيڏي ساري مجموعي کي ڪئان ڪارائبو، سو وچي حضرت جن سان ڳالهہ ڪيائون. پاڻ اٿي پنداري ڏي ويا. ڏسن تہ ان جا بہ ڍير زمين تي پکڙيا پيا آهن. فرمايائون تہ ”هڪڙي ڍير مان تورو ان ماپي، بورچين کي ڏيو. جي اهو کپي وڃي تہ ٻئي ڍير کي هٿ لائجو.“

خلق کي عجب ۾ وجهي ڇڏيو. هڪڙيءَ ڏيهاڙي ٽي ويو؛ هڪڙيءَ ڏيهاڙي ٻه من ساريءَ مان مٺو ڪاڌو پئي ملندو. موڪلاڻيءَ جي ڏينهن سڄو هفتو مٺو ڪاڌو پئي ملندو. هر هڪ مهمان کي هڪ هڪ سڻهي سنهي ستابي ماني ڏني ويئي. جملي ڇهه هزار مانيون ورهايون ويئون.

(٣) حضرت جن جو هڪ مريد حافظ ايوب نالي ڳالهه ڪندو هو ته "هڪڙي سال منهنجيءَ ٻنيءَ مان فقط اڍائي من جون لٿا. عيال اولاد وارو هوس، وري جيستائين فصل لهي، تيستائين گهٽ ۾ گهٽ ويهارو من اَن جا هجن جو خير جو وقت گذاريان. مٺ جون جي ڪٽي لنگهي ويس حضرت جن وٽ. هٿ ٻڌي عرض ڪيم ته 'قبلا، هن جون مٺ ۾ پنهنجو مبارڪ نفس ڦوڪيو ته من ڪا منجهن برڪت پوي.' مونکان جون وٺي پنهنجيءَ مٺ ۾ جهليائون؛ ۽ پلڪان پوءِ مونکي موٽائي ڏيئي فرمايائون ته 'ابا هنن کي وڃي ٻين جون سان ملائي رک؛ مگر ڳنديءَ جو ڏڪ ٻلائتو ڪري ڇڏج. متان ڪڏهن لاٿو اٿئي! جڏهن جڏهن اَن ڪيڏو هجيئي، تڏهن تڏهن ڳنديءَ کي هيٺيان ٽونگ ڪري، اَن مان پيو ڪيج.' قادر جي قدرت جو سانده هڪ سال اُنهن اڍائي مڻن جون تي گذر پئي ڪيوسين. هڪڙي ڏينهن منهنجي پرپٺ منهنجا سالا آيا، جن پيڻ کي چيو ته 'اوهين ته تونگر ٻنجي پيا آهيو، مگر اسين ته بک ۾ پاهه پيا ٿيون.' انهيءَ تي منهنجيءَ زال حضرت جن جي برڪت جي پڌرائي ڳالهه ڪري ٻڌاين؛

۽ گنديءَ جو ڏيک لاهي ڏيکاريائين. جڏهن آءٌ موٽي آيس ۽ زال کان اِها ڳالهه ٻڌيم، تڏهن مونکي ڏاڍو ارمان ٿيو. ڏسان ته آن اوتري جو اوترو پيو آهي. پر جي گنديءَ جو ڏيک نه لاهيون ها ته هوند ساري حياتي پيا کائون ها.“

حضرت جن جي زماني ۾ ڪلهوڙا ملڪ جا والي هوا. منجهن پيري ميري ٻئي هيون. وقت جو حاڪم ميان غلام شاه هو. وڏي اوُج تي رسيل هو. اگرچه سندس اک ڪنهن ۾ به ڪانه ٻڌندي هئي، تڏهن به حضرت جن لاءِ هن کي وڏي عزت هوندي هئي. هميشه اِها آرزو هوندي هيس ته حضرت جن تي ڪا نوازش ڪريان. هڪ لڳا حضرت جن کي لکي موڪليائين ته ”قبلا، اسين حاڪم ماڻهو دنيا جي ڪاروبار ۾ اهڙا ته گرفتار آهيون، جو اُها واندڪائي ڪانه ٿي ٿئيئون جو اچي اوهانجو ديدار ڪريون ۽ اوهان کان دعا پنون. انهيءَ صورت ۾ جيڪڏهن قدم رنج فرمائي هيڪر اچي مونکي پنهنجو مبارڪ منهن ڏيکاريو ته عمر پر اوهانجو احسانمند رهندس.“ حضرت جن جواب موڪليس ته ”اسان فقيرن کي مسافريءَ جون مشڪلاتون برداشت ڪرڻ نهايت ڏکي ڳالهه نظر اچي ٿي. پر اسين اوهانجي پرپٺ ئي اوهان جي حق ۾ ڌڻي تعاليٰ جي درگاه ۾ بيحد بندگي ڪري رهيا آهيون.“

ٻئي دفعي وري ميان غلام شاه حضرت جن کي استدعا

ڪئي ته ”جي اوهين پاڻ ئتا اچي سگهو ته مهرباني ڪري پنهنجو ڪو درويش اسان ڏي روانو ڪريو ته اُن سان روح ريجهاڻ ڪريون. حضرت جن حاجي محمد ڪلهوڙي درويش کي سنڀرائي موڪليو. هلڻ وير هن کي هدايت ڪيائون ته هر حال ۾ اسان جي صورت جو ڌيان ڪري، ميان غلام شاه سان گفتگو ڪج. هو توکان ڪي سوال پڇندو، جي اسين توکي جوابن سميت اڳيئي ٻڌائي ٿا ڇڏيون:

(١) سندس آرزو آهي ته ڪڇ ملڪ ۾ جا جاريجن جي قوم آهي، تنهن مان شادي ڪريان. انهيءَ ارادي سان هو اڙاڻهن وڃڻ وارو آهي. توکان پڇندو ته ’اِنهيءَ مراد ۾ ڪامياب ٿيندس يا نه؟‘ تون چئجانس ته ’اسين نه آهيون برهمڻ ۽ نه آهيون ڪاهن، جو پوٿيون پنان ورائي، حساب ڪتاب ڪري، اوهانکي اهڙن مسئلن جا جواب ڏيون.‘

(٢) هو توکي چوندو ته ’اسانجي آرزو آهي ته حضرت جن کي ڪي جاگيرون عطا ڪريون.‘ تون ورائي ڏج ته ’ڏڻيءَ جي فضل سان فقيرن جي ڪاڌ خوراڪ واسطي اسان وٽ مڻو مال پيو آهي. مگر جي ڪنهن مهل احتياج پئي ويوسين ته سرڪاري نوڪري ڪرڻ ۽ جاگيرن وٺڻ ڪان ڪين گسنداسين.‘

(٣) رخصت گهرڻ مهل هو توکي ڪپڙا لٽا ۽ پئسا پنجڙ آچيندو. اُهي بيشڪ قبول ڪج، نه ته پائيندو

ته درويش به تونگرن وانگر اِنعام اڪرام رد ڪن ٿا. انهيءَ ڪري مفت اسان ۾ شڪ پوندس.

ميان غلام شاه درويش جي ڏاڍي خاطري ڪئي. چيائينس ته ”اسانجي ڏاڍي آرزو آهي ته حضرت جن جي زيارت ڪريون.“ ڀلائي ڪري ڪا تجويز ڪر ته اسين سندن مبارڪ منهن جو مشاهدو ڪريون.“ درويش جواب ڏنو ته ”انشاءالله، اڄ رات ئي اوهانجي مراد پوري ٿيندي.“ عجب جو اُن رات ميان غلام شاه کي حضرت جن سپني ۾ پنهنجو ديدار ڪرايو. انهيءَ مشاهدي مان هنکي بيحد خوشي ۽ راحت حاصل ٿي؛ ۽ پرپٺ حضرت جن جو پڪو معتقد بنجي پيو. پوءِ ته ميان غلام شاه ۽ درويش جي وچ ۾ عين بين اُها گفتگو هلي، جا حضرت جن درويش کي اڳيئي ٻڌائي هئي.

انهيءَ ڳالهه کان ڪجهه وقت پوءِ ميان غلام شاه پنهنجي مشهور وزير ديوان گدومل جي ڀاءُ ديوان خانچند کي حضرت جن وٽ سنهرائي روانو ڪيو. اُن هتان حضرت جن ڏانهن لواريءَ جي جاگير جو پروانو ڏياري مڪائين. حضرت جن انڪار ڪيو ۽ فرمايائون ته ”هيتريءَ زمين جي آباديءَ لاءِ جو ڪاٽين، پراءُ، ٻج وغيره: جو خرچ ٿيندو، سو ڪير ڀريندو؟“ ديوان خانچند عرض ڪيو ته ”قبلا، اِهو سڀ خرچ هن غلام جي ذمي آهي. اوهين رڳو اِمداد قبول ڪريو.“ حضرت جن فرمايو ته ”اسين فقير ماڻهو اهڙا خفا مور نه ڪٽنداسون.“

آخر ديوان خانچند مايوس ٿي موٽي ويو.

جڏهن ميان غلام شاه پنهنجي وليعهد ٿاڦن جي سعيي ۾ هو، تڏهن کن صلاح ڏنيس ته "پنهنجي وڏي فرزند ميان سرفراز کي نظرانداز ڪري، پنهنجي ننڍي پٽ کي وليعهد مقرر ڪريو." ميان سرفراز جو ننڊ آرام ڦٽي پيو. هڪ رات لڪ چوريءَ حضرت جن وٽ لنگهي ويو ۽ وٽي پاڏاياٽين. حضرت جن دلداري ڏيئي فرمايس ته "تون ٿي تخت ڏٽي ٿيندين." ٿيو به ائن. پوءِ جڏهن ميان سرفراز سنڌ جو والي ٿيو، تڏهن پاڻ کي ڪليو ڪلايو حضرت جن جو مريد سڏائڻ لڳو. حضرت جن کي ٽئين سر لواريءَ جي جاگير نذراني طور آڇيائين، مگر حضرت جن قبول نه ڪئي. ٽن چئن سالن کان پوءِ وڏو اتالو ساڻ ڪري، حضرت جن جي زيارت لاءِ سنپري نڪتو. منزلون ماري، اچي لواريءَ جي ويجهو رسيو. پوءِ کن خبيثن صلاح ڏنيس ته "آخر اوهين سنڌ جا حاڪم آهيو. اوهانجي شان وٽان نه آهي ته هلي هڪ فقير جي زيارت ڪريو. بهتر ٿيندو ته هن کي پاڻ وٽ گهرائي وٺو." ميان سرفراز پرمتڙيو هوندو هو، سو خوشامدڙين جي چٺي لڳي، ديوان گدومل ۽ مرزا بيني بيگ کي چيائين ته "وڃي حضرت جن کي هتي وٺي اچو." هنن وڃي حضرت جن کي عرض ڪيو ته "قبلا، زماني جو حاڪم اوهانجي ملاقات جو مشتاق آهي. هو دور دراز پنڌ تان ڪهي آيو آهي. جيڪڏهن قدم رنج

فرمائي، هلي ساڻس ملاقات ڪندا ته اسانجا منهن مٿي ٿيندا.“ حضرت جن فرمايو ته ”فقيرن جو در سدائين کليل آهي. جو چاهي؛ سو اچي؛ جو نه چاهي، سو نه اچي. جي ميان سرفراز کي اسانجي ملاقات جي لوڙ آهي ته پلي اچي؛ مگر اسانکي سندس ڪا لوڙ ڪانهي.“ ديوان ۽ مرزا ٻنهي گهڻيئي آزيون نيازيون ڪيون، گهڻيئي حيلا حرفتون هلايون، پر ڪتوئي ڪين. آخر نراس ۽ نا اميد ٿي موٽي ويا. حافظ هدايت‌الله جو اوڏي مهل اُتي حاضر هو، تنهن حضرت جن کي عرض ڪيو ته ”قبلا، زماني جي حاڪم کي نا اميد ڪرڻ صلاح پري ڳالهه نه آهي. مبادا ڏمرجي ويو ته مفت ڏولائي ۾ پونداسون.“ حضرت جن منهن ۾ گهنڊ وجهي فرمايو ته ”جي هو ڏمرجي پيو ته اسين ’و مارميت اذ رميت و لکن الله رمي‘ واريءَ آيت تي عمل ڪنداسين.“ ڪجھ مهل ڪان پوءِ، پنهنجيءَ رضا ۽ خوشيءَ سان پنهنجي ابهم فرزند کي ڪن درويشن هٿان ميان سرفراز ڏي موڪليائون، جو پلڪ ويهي، موٽي آيو.

حضرت جن کي پهرئين حرم مان هڪ فرزند ڄائو، جو ننڍپڻ ۾ ئي گذر ڪري ويو. ستت ئي سندن گهر واريءَ به وفات ڪئي. شيخ احمد قاضي جو حضرت جن جو مريد هو، سو چوي ٿو ته ”هن حادثي بعد، هڪ ڏينهن جهڙو حجري جي در وٽ ويٺو هوس، تهڙو هڪ درويش اوچنگارون ڏيندو اچي منهنجي پر ۾ ويٺو. زار زار

روئي چوڻ لڳو ته ”وات وٺيو پٺي ويس ته حضرت جن جو مسهو نالي هوتي گڏيم جنهن چيو ته ”تنهنجي پير کي هڪ پٽ هو جو گذر ڪري ويو. پاڻ به اڇي پيرسن ٿيو آهي ۽ گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪندو. آثار اهڙا پيا ڏسجن جو آخر سندس خاندان ويران ٿي ويندو ۽ سندس اِهي ڪکايون جهوپڙيون ۽ مٽيءَ جا برتن پيچي پري ويندا.“ جڏهن حضرت جن کي هن ڳالهه جي خبر پيئي، تڏهن فرمايائون ته ”حق وٽان اسانکي الهام آيو آهي ته اسانجي هي مسند قيامت تائين قائم رهندي، ۽ ڪکاين جهوپڙين جي عيوض محلات منڊجي ويندا؛ ۽ مٽيءَ جا برتن بدلجي ٽامي جون ديڳيون ٿينديون.“

پير آيوب جي اولاد مان هڪ شريف ۽ صالح شخص هو، جنهنکي هڪ نهايت پاڪدامن ۽ پلاري نياڻي هئي. حضرت جن هن ستيءَ جو سڱ گهريو، مگر هنجي پيءُ ناڪار ڪئي. هڪڙي اصحاب دل ۾ چيو ته ”زالون کوڙ آهن، حضرت جن هروڀرو هن مائيءَ جي الاجي ڇو تا ڪاڻ ڪين؟“ حضرت جن دلين جا مالڪ هوا، سو اصحاب جي رمز سهي ڪري، فرمايائون ته ”ابا، اهو موتي جنهنجي آمد جو اسانکي اطلاع ٿيل آهي، سو اِنهيءَ سپيءَ مان ئي پيدا ٿيڻو آهي.“ پوءِ وٽي آن ستيءَ ۽ پٽس ڏي توجه ڪيائون ۽ ٻنهي جون دليون هڪدم ڦيرائي وڌائون. آخر شادي ٿي ۽ جلد ئي حضرت جن کي

هڪ فرزند ارجمند ڄائو، جو سندن گاديءَ تي ويٺو. سندس نالو خواجه گل محمد رکيو ويو. هن جي ولادت کان پوءِ، هڪ مائيءَ اچي حضرت جن کي عرض ڪيو ته ”قبلا، دعا ڪريو ته نِنڍڙي سائينءَ کي هڪڙو ڀاءُ ڄمي.“ حضرت جن فرمايو ته ”هن ڪٽي مان ٻي ڪوڙ ٿيندا.“

حضرت جن ڪجهه سال بيمار گذاريو. اڪثر تپ ۽ کنگهه هوندو هون، پر ڪڏهن ڪڏهن سندن جو سور به هلاڪ ڪندو هون. سياري ۾ ته بيماري هيڪر وڌيڪ ٿيندي هئي؛ ۽ جي ڪڏهن ٿڌي پاڻيءَ سان وضو ڪندا هوا يا در کان ٻاهر نڪرندا هوا ته تپ ۽ کنگهه هيڪاري زور وٺندا هوا. انهيءَ ڪري اڪثر تيمم ڪري، حجري اندر ئي نماز پڙهندا هوا. بعضي جي بيماري ڍري ٿيندي هئي ته اِئين لڪائيندا هوا جو ڄڻ ته بلڪل چڱا ڀلا آهن. سنه ١١٨٧ هجريءَ (١٧٧٣ع) ۾ هڪ مخلص دوست کي فرمايائون ته ”هاڻ اچي اسانجي پڇاڙي ٿي آهي؛ تنهن ڪري جنهن شخص کي اسانجي صحبت جو فائدو وٺڻو هجي، سو بنا ويرم اچي وٺي.“ ٻئي دفعي ڪچهريءَ ۾ فرمايائون ته ”اي دوستو، هيءَ ويل خاصي آهي. ڏسو متان وڃائي وهو. پوءِ هٿ هٿان پوندو. هن جهان ۾ ڪڏهن ڏاتارن جي ڪمي آهي ته ڪڏهن وري مڱڻن جي. اٿي سعيو ڪري پنهنجو مقصد حاصل ڪريو.“ وفات کان ٿورو وقت اڳ، هڪ ڏينهن اڪيلوئي اڪيلو

هڪڙيءَ ڀڳل ڀت جي ڀيڙه مٿان اچ وڃ ڪيو، هيءُ عربي بيت پڻ اُچاريائون:-

الا انما الدنيا ڪمنزل راڪب،
انزله العشي و الصبح راحلٌ.

اُن وقت حجري کي وري پڻ ٺهرايائون ۽ اُنجي سرانجام ڪرڻ لاءِ تاهوت پڻ ڪيائون. هڪڙي اصحاب دل ۾ چيو ته ”حضرت جن ڪنهن به ڪم جي هيڏي تڙ ڀڙ ڪڏهن ڪانه ڪئي. اڄ جا هيڏي تڙ ڀڙ ڪئي اٿن، تنهنجو مطلب ڇا آهي؟“ حضرت جن هن جو خيال سهي ڪيو، سو ڏانهن نهاري فرمايائون ته ”بابا، هن مڪان جي جوڙائڻ ۾ جا هيڏي جانفشاني ڪئي اٿئون سو ضرور اُن ۾ ڪو راز رکيل هوندو.“ جڏهن ڀتيون ڇتيون جڙي راس ٿيون، تڏهن اندر گچڪاري ٿي. پوءِ پاڻ اُتي وڃي اڪيلا رهڻ لڳا؛ ۽ امر ڪيائون ته ”وضوءَ بنا ڪو به اندر نه اچي؛ ڪو ڪو منجهس مراقبي بنا ڪنهن بئي ڪم ڪار ۾ مشغول ٿئي.“ هاڻ حضرت جن سمورو وقت پيغمبر صلعم سان معنوي روح رهاڻ ۾ گذارڻ لڳا؛ ۽ اصحابن کي فرمايائون ته ”هر ڪنهن جمعه رات هڪ سؤ ڀيرا پيغمبر صلعم تي درود پڙهو.“

حضرت جن جي حياتي هاڻ اچي مهنن جي مدي تي بيٺي آهي. ضعف ويڙهي ويو اٿن؛ ۽ بستري داخل آهن. مرادوند مريد ڏينهن رات خدمت ۾ ڪمر ڪشيو

بيٺا آهن. سيءُ بہ سخت پيو پوي؛ ءَ باه جو مچ پيو
پري. اصحابن مان ڪي سندن ڪمزور بدن کي چاپي
ڪري رهيا آهن. هڪ چٽو سندن مبارڪ پٺيءَ تي
مڪڙيون پيو هڻي. اوچتو هن جا هٿ آلا ٿي وڃن ٿا.
باه وٽ وڃي چتائي ڏسي ٿو تہ هٿ خون سان ڀريا پيا
آهن. سڀني کي حيرت وٺي وڃي ٿي؛ سو حضرت جن
کي چون ٿا تہ ”قبلا، هيءَ رت ڪٿان پيو ريلا
ڪري؟“ حضرت جن فرمائين ٿا تہ ”بنه هاڻ نبي ڪريم
جي حضور ۾ ٻين اصحابن سان گڏ ويٺا هواسين. اوچتو
آهون صدائون پڌڻ ۾ آيون تہ يا رسول الله، اسانجو
غوراب غرق ٿيڻ تي آهي. هاڻ اچي ڪا اسانجي واهر
ڪر. انهيءَ تي پاڻ اسانکي امر ڪيائون تہ ”اٿ ءَ
وڃي هنن جي واهر ڪر.“ اسين هڪدم اوڏانهن وياسون؛
ءَ غوراب کي پٺيءَ سان ٺيلهي پار پهچايوسون. البت
غوراب جي پٺ ۾ جي ڪلا ڪتل هوا، تن مان ڪي
اسانجيءَ پٺيءَ ۾ چڀي ويا، جنهن سبب رت ريلا ڪري
وهڻ لڳو.“

اصحابن وڏا وس ڪيا تہ ڪو ويج طبيب گهرائي
حضرت جن جي دوا ستي ڪجي. پر پاڻ اها ڳالهہ
بلڪل قبول نہ ڪيائون. هيڏيءَ پيڙا هوندي بہ سندن
مبارڪ منهن مان ڪڏهن بہ ڪا ملالت معلوم نہ ٿي.
اٽلو سندن چهرو سدائين سرهو هوندو هو. جيڪڏهن
ڪو سندن ضعف تي ارمان ظاهر ڪندو هو تہ فرمائيندا

هوا ته ”انهيءَ ڳالهه جو ماڻهن ذڪر ئي نه ڪريو.“ ڪڏهن ڪڏهن وٺي هيءُ بيت اُچاريندا هوا:-

اوڏڻ اوڏي آءُ، توکي لاڪي ڪونئو،
لهي تــو متاءُ سندو متــيءَ معاملو.

سنه ١١٨٨ هجريءَ (١٧٧٤ع) جي شوال مهني ۾ مرض هيڪاري وڌي ويو ۽ ڪمزوريءَ وڃي ڪمال ڪيو. اصحابن وري به وينتي ڪئي ته ”قبلا، اجازت فرمايو ته ڪنهن حاذق حڪيم کي آڻي حاضر ڪريون.“ اوڏي مهل ديوان حافظ هڪيو هو. اُن ڏانهن نهاري، اِشارو ڪيائون ته ”آبا، هاڻ ديوان حافظ مان ڪڍي فال وٺو ته حڪيم کي آڻجي يا نه.“ اصحابن فال ورتي. هيٺيون بيت نڪري آيو:-

خوش خبردار اي نسيم شمال،
ڪه بما مي رسد زمان وصال.

حضرت جن مشڪي فرمايو ته ”اجهو حافظ هيئن ٿو فرمائي!“ پوءِ ته اصحابن حڪيم گهرائڻ جو خيال موراڻهين لاهي ڦٽو ڪيو.

هاڻ ته حضرت جن ويتر ويا ضعيف ٿيندا. ذي القعده جي ٽينءَ تاريخ، ڇنڇر رات، اُمالڪ اصحابن کان پڇيائون ته ”اسانجو فرزند ارجمند اچا جاڳي پيو يا سمهي رهيو آهي؟“ اصحابن وراڻي ڏني ته ”قبلا، صاحبزادو ننڊ ۾

آهي.“ انهيءَ تي پاڻ ٽپ ڏيئي اُٿي کڙا ٿيا. پيرن ۾ جتي وجهي، اصحابن جي ڪلهن تي هٿ رکي، آهستي آهستي ڇرڻ لڳا. ٻن چئن وکن کان پوءِ ڇاڻ چڪي وين. پوءِ ته اصحابن هڪ کٽ آڻي حاضر ڪئي، جنهن تي چاڙهي خواجه گل محمد جي سيرانديءَ وٽ وٺي وين. ننڊ و سائين ننڊ ۾ هو، پر حضرت جن ڪيس نه جاڳايو. گهڙي کن ڏانهس متوجه ٿي، پنهنجي امانت هنجي جان ۾ اوتيائون. پوءِ پاڻ کي کڻائي وري حجري ۾ آيا.

ذي‌القعده جي چوٿين تاريخ آهي. ناشتي جو ٽائو اچي ٿيو آهي. دستور موجب حضرت جن جي جاءِ تي نڪو آهي سيڌو، نڪو سامان، نڪو پيسو، نڪو پنجڙ. انهيءَ حال جي خبر سڻي، پاڻ فرمائين ٿا ته ”جڏهن شيخ‌بهاءالحق زڪريا رحلت ٿي ڪئي، تڏهن وٽن هڪ لک سونيون اشرفيون هيون. اسان وٽ ٻن ڪڙن کان‌سواءِ ٻيو ڪي ڪينهي. هاڻ پلا بورچيخاني وارا چاقو کڻي وڪڻي اچو؛ ۽ اُنهن جي وڪري مان جي پئسا ملن، تن مان سيڌو سامان وٺي، ناشتي جي تياري ڪريو.“ اصحابن هڪدم حڪم جي بجاآوري ڪئي جڏهن طعام رڌجي تيار ٿيو، تڏهن حضرت جن اصحابن کي تاڪيد ڪئي ته ”سگهوئي ساريءَ جماعت کي کارائي وٺو.“ جيتري ۾ سڀ کائين ٿي کائين، تيتري ۾ پاڻ پل پل پئي پڇائون ته ”سڀني ناشتو ڪيو يا نه؟“ آخر جڏهن

سيپئي ڪاٺي تي واندا ٿيا، تڏهن پاڻ چادر اوڍي، اکيون ڪڻي بند ڪيائون. لحظي کان پوءِ اصحاب ڏسن ته شيءِ ٿهي ٿي ڪانه. حضرت جن جو پاڪ روح هن مجازي محلات مان پرواز ڪري، عرش جي ڪنگرن تي آبد لاءِ وڃي آرامي ٿيو؛ ۽ سندن خاڪي خزانو حجري شريف اندر دفن ڪيو ويو.



# حضرت محبوب الصمد خواجہ گل محمد قدس سرہ

حضرت محبوب الصمد جو تولد ربيع الاول مهني جي يارهينءَ تاريخ، جمعہ رات، سنہ ۱۱۷۷ هجري (۱۷۶۳ع) ۾ ٿيو. حضرت سلطان الاولیا جو مٿن ڏاڍو ارواح هوندو هو ۽ کين کوڙ سان نپايائون. ٻالپڻ ۾ جڏهن جڏهن وٽائن لنگهندا هوا، تڏهن تڏهن کڻي هنج ۾ ويهاريندا هوا ۽ لاڏ کوڏ کرائي، ڏاڍو قرب ڏياريندا هون. هڪ ڏينهن جهڙو صاحبزادي کي کوڏايائون پئي، تهڙو هڪ اصحاب کي دل ۾ خيال آيو ته "خبر نہ آهي ته صاحبزادي کي هيڏو پيار ڇو ٿا ڪن؟" حضرت جن هڪدم هنجي دل پر کي ورتي ۽ فرمايائون تہ صاحبزادي تي اسانجو قرب حقيقي آهي ۽ نہ مجازي. اسانکي معلوم آهي تہ حق تعاليٰ جو مٿس بيحد پيار آهي. انهيءَ کري اسين بہ کيس گهڻون پيار کريون ٿا نہ تہ مڙئي مريد بہ اسانجائي فرزند آهن."

سيد پير محمد ڳالهہ کندو هو تہ "جڏهن حضرت محبوب الصمد اڃا ٿي ورهيہ جا مس هوا، تڏهن هڪ

لڳا خانقاه ۾ پيهي آيا. حضرت سلطان الاوليا کين ڏسي سڏ ڪيو. جهڙو ٻوڙ پائي وڏن پٺ ويا، تهڙو پير وچي پٿر سان لڳن، سو ٽاڀو ڪائي وچي پٽ تي ڪرياه پٿر ٽڏجي وچي هڪ پر ۾ پيل پاٽ سان لڳو، جنهنڪري اُن مان آواز نڪتو. پوءِ اُتي ڪڙا ٿيا ۽ پڇيائون ته ”هيءَ پاٽ ڇا ٿي چوي؟“ حضرت جن وڏن فرمايو ته ”تون ٻڌاءِ“. جواب ڏنائون ته ”پاٽ ٿي چوي ’حسبي ربي جل الله مافي قلبي غيرالله‘“. هيءُ حرف ٻڌي سڀ حاضرين حيرت ۾ پئجي وياه

پنجن ورهين جي ڄمار ۾ هڪ ڏينهن مسجد جي آڳڻ ۾ هڪ وڻ تي چڙهي وڃي ويٺا. حضرت جن وڏا ان وقت نماز ۾ مشغول هوا. جڏهن فارغ ٿيا ۽ صاحبزادي تي نظر پين، تڏهن فرمايائون ته ”پٽ، هي ڇا ٿو ڪرين“ حضرت جن پڇيو ته ”خدا ڪهڙي شيءِ آهي؟“ صاحبزادي نهه پهه جواب ڏنو ته ”خدا نور آهي.“ هيءُ جواب ٻڌي حضرت جن وڏن اصحابن ڏي نهاري فرمايو ته ”ڏسو ته هيڏڙي هونديئي ڪهڙو نه سهڻو سخن ٻوليو اٿس. خود ڏڻي تعاليٰ پاڻ فرمايو آهي ته ’الله نور السماوات و الارض.‘“

ڪڏهن ڪڏهن حضرت جن وڏا پنهنجي مبارڪ دستار مٿي تان لاهي، صاحبزادي جي مٿي تي رکي، کين مريدن کي توجه ڏيڻ جو امر ڪندا هوا. بعضي حضرت جن وڏن جي غير حاضريءَ ۾ سندن مسند تي وڃي چڙهي

وهندا هوا. جڏهن حضرت جن وڏا موٽي ايندا هوا، تڏهن کين مسند تي ويٺل ڏسي فرمائيندا هوا ته ”ڏسو ته ڪئن نه پنهنجي جاءِ سڄاڻي مٿس چڙهي ويٺو آهي.“ يا ڪڏهن وٺي هيءُ بيت اُچاريندا هوا:-

بر خانهٔ دل اي جان آن کيست ايستاده،
بر تخت شه که باشد جز شاه و شاهزاده.

روايت آهي ته جڏهن حضرت محبوب الصمد کي مڪتب ۾ وهارياءُون، تڏهن پڙهڻ تي ايترو ڌيان نه ڏيندا هوا، اڪثر وقت ٻارن سان راندين روندين ۾ رڌل رهندا هوا. حضرت جن وڏن جو هڪ اصحاب ڳالهه ڪندو هو ته ”هڪ ڏينهن صاحبزادي کي راند ۾ مشغول ڏسي، منهنجيءَ دل ۾ خدشو پيدا ٿيو ته ’اهڙي حال سان هو پڻ ڪي کهڙو فيض رسائي سگهندو؟‘ هڪدم مونڏي نهاري فرمايائون ته ’آنا نکه مي دهند بهر حال مي دهند.‘“

عيسي اندر مهد بردارد نفير،
که جوان ناگشته ما شيخيم و پير.

هڪ ڏينهن حضرت جن وڏن کين علم حاصل ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي. ٻپهري جو جئن حافظ نظام جي حجري ۾ قئلولو پئي ڪيائون، تئن حضرت پيغمبر صلعم جن جي روحانيت کين رويا ڏني، ۽ تسلي ڏيئي فرمايائين ته ”صاحبزادي کي نکي تڪليف ڏيو ۽ نکي تاهوت ڪريو، ڇو ته اسين پاڻ سندس معلم آهيون.“ انهيءَ رويہ بعد، حضرت جن وڏن صاحبزادي کي تعليم جي

باري ۾ وري هڪ اکر به نه ڇهيو ۽ نڪو ڪنهن قسم جو سعيو ڪيائون. هڪ درويش پاڙمرادو سارو ڏينهن صاحبزادي جي پٺيان پيو ڦرندو هو، اُئن ڪندو قرآن شريف پيو پڙهندو هو. وري وري ٻڌڻ سان ڪيتريون آيتون ازخود حضرت محبوب الصمد جي حافظي ۾ سمائجي ويئون. اهڙيءَ ريت ٿوري ئي عرصي ۾ آخرين سيپاره جو چوٿون حصو ڪنٺ ٿي وين. انهيءَ کان پوءِ وري درويش کين حروف تهجي جي تختي، يعني ’الف بي‘ سيکارڻ جي تجويز ڪئي. وندر ۽ ورونهن واسطي حضرت محبوب الصمد کي ساڻ ڪري، ڪوٽ جي اوله طرف تلاءَ تي وٺي ويندو هو. اتي ساڻن شرط رکندو هو ته ”آءٌ پاڻيءَ ۾ ٽٻي ٿو ڏيان. جيتري ۾ منهنجو مٿو ٻاهر نڪري، اوتري ۾ اوهين سڄي ’الف بي‘ پڙهي وٺو. جي اُئن ڪيو ته شرط اوهان کٽي.“ شرط کٽڻ جي حرص وچان حضرت محبوب الصمد تڪڙو تڪڙو ساري تختي پڙهي پوري ڪندا هوا. رفتي رفتي منجهن لکڻ پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو. پوءِ ته سڀ علم ۽ هنر پاڻيءَ وانگر پيئندا ويا؛ ۽ آخر نبيءَ ڪريم جي برڪت سان هر علم ۽ فن ۾ فائق ٿي پيا.

شرف الدين شهداد پوري ڳالهه ڪندو هو ته ”ڪجهه وقت آءٌ حضرت محبوب الصمد کي صرف و نحو، علم عروض وغيره سيکاريندو هوس. ادب وچان آءٌ ڪتاب پڙهندو ويندو هوس ۽ پاڻ مان ڪيو وينا ٻڌندا هوا.

هڪ لڳا 'ڪافيه' جو هڪ مشڪل مسئلو جو نهايت ڳوڙهيءَ عبارت ۾ لکيل هو، سو کين شرح ڪري پئي سمجهايم. ڏسان ته پاڻ پنهنجي ئي خيال ۾ محو ٿيا پيا آهن ۽ منهنجي گفتار تي ڪوبه ڌيان نه پيا ڏين. مونکي ارمان ٿيو، سو وٺي چيم ته 'اج منهنجو لايو سجايو نه ٿيو!' هي حرف ٻڌي، هڪدم جيڪي مون کين بيان ڪري ٻڌايو هو، سو مونکي ذري ٻرزي چئي ٻڌايائون. مون پوءِ سهي ڪيو ته سندن ظاهري بيخيالي باطني مشغوليءَ سببان آهي ۽ نه موڳائيءَ ڪان.

حضرت سلطان الاوليا جي وصال وقت هن يگاني گوهر جي عمر فقط يارهن ورهيه هئي. ڪن ڪهن اصحابن سندن خلافت تي اعتراض اٿاريو. چيائون ته "هو اڃا ٻار آهي، سو مريدن جي ڪهڙي تربيت ڪري سگهندو؟ خلافت جي عهدي لاءِ ڪم از ڪم چاليهن ورهين جي عمر جو هئڻ ضروري آهي." انهيءَ تي شيخ عبدالرحيم گرهوڙيءَ، شيخ حاجي ابوطالب ۽ ٻين بزرگ اصحابن وراڻيو ته "هيءُ معاملو باطني آهي ۽ نه ظاهري. اسانجو حضرت جن ۾ پورو ۽ پڪو يقين آهي." پوءِ اصحابن جي تسلي خاطر مرادوند مريدن کي حضرت جن جي رمز پروڙڻ لاءِ روانو ڪيائون. حضرت جن کين ڏسي، ڏانهن متوجه ٿيا. پلڪ ۾ هنن جي دلين تي هڪ عجيب روحاني حالت طاري ٿي، جا عين ٻين اهڙي هئي، جهڙي حضرت جن وٽن جي توجه سان پيدا ٿيندي هئي.

موٽي اچي اصحابن کي خوشخبري ڪيائون. سڀئي گد گد ٿي ۽ مڙني ويا جا شڪ شبها غائب ٿي ويا.

حضرت جن وڏن جي وصال کان ٿي ڏينهن پوءِ حضرت محبوب الصمد کي باقاعدي مسند تي وهاريائون. اول شيخ عبدالرحيم بيعت ڪئي، پوءِ ٻين جليل اصحابن جهڙوڪ شيخ ابوطالب، حاجي طاهر، حافظ هدايت الله ۽ آخر ۾ باقي اصحابن. فقط ٻن ظاهر پرست عالمن بيعت ڪرڻ کان انڪار ڪيو. انهن مان هڪڙي کي ته شيخ عبدالرحيم قطعي دليلن سان ثابت ڪري ڏيکاريو ته پيريءَ مرشديءَ جو عهدو عمر جي گهٽائيءَ يا ٿورائيءَ سان تعلق نٿو رکي. خدا پنهنجن خاصن خليلن کي پاڻ ئي تربيت ڏئي ٿو؛ ۽ انهن کي مريدن وانگر منزلن مان لنگهي، مقصد حاصل ڪرڻو نه آهي. اهڙا ڪامل انسان ڄمندئي ڄام آهن؛ جيئن مولانا روميءَ چيو آهي:

کرده ام بخت جوان را نام پیر،
کو ز حق پیرست نه از ایام پیر،
او چنان پیرست کش آغاز نیست،
با چنان در یتیم انباز نیست.

نيٺ اِهو نيڪبخت عالم باز آيو، ۽ وڏيءَ دل سان حضرت محبوب الصمد جي بيعت ڪري پاڻ کي سرفراز ڪيائين. باقي ٻيو عالم قائل نه ٿيو ۽ جماعت کان نڪري ٻاهر ٿيو.

حضرت جن اڃا سترهن ورهين جا مس هوا ته لواريءَ جي شهر تي اوچتو اچي هڪ آسماني آفت نازل ٿي.

اِهو حادثو هن ريت ٿيو. ميان عبدالنبي خان ڪلهوڙي جي صاحبيءَ ۾ شوره قوم جي ڪن ماڻهن نومڙيه قوم جي ٻن ڇئن آدمين کي قتل ڪري ڇڏيو. پوءِ خونين جو سارو قبيلو ڊپ وچان راتوواه اُٿي ڀڳو. نومڙين جي هڪ وڏي فوج خونين جي ڪڍ پيئي ۽ لواريءَ وٽ اچي سوڙهو جهلياؤن. هڪ ٻئي جي مقابل ٿي جنگ، ڇوٽياؤن. شورن سان وئل وهي ڇڪو. ڪيترن جون سسيون ڌڙن کان ڌار ٿي ويئون. باقي جي بچيا، تن پڄي وڃي لواريءَ ۾ آجهو ورتو. مخالف ٻه سندن پٺيان ڌوڪيندا اندر لنگهي ويا؛ ۽ شريف ماڻهن جي گهرن تي ڪاهڻ لڳا. لاچار لواريءَ جي شريفن کي ساڻن سامهون ٿيڻو پيو. اِنهيءَ ويڙهه ۾ درگاه شريف جا ٻه درويش ٻه شهيد ٿي ويا. ٻئي پاڌر هوا؛ هڪڙي جو نالو هو رانجهه ۽ ٻئي جو بلنده. اُنهن جون قبرون روضه شريف جي پيرانديءَ ڏي اوپر طرف پهرينءَ صف ۾ آج ڏينهن تائين بيٺل آهن. ساري شهر ۾ ماراماري ۽ ڦرلٽ مچي ويئي. ڪن اصحابن صلاح ڪئي ته حضرت جن جي گهر جو سامان سرو ڪٺي زمين ۾ پورجي؛ پر پاڻ منع ڪري فرماياؤن ته "جي هڪ واريءَ ڦورن کي ڪنهن شيءِ جو پتو پئجي ويو ته پوءِ سارو گهر ڪوٺي چرا ڪري ڇڏيندا. اُنهيءَ مان ڪهڙو فائدو؟ ازانسواءِ، اسانکي ڪنهن ٻه شيءِ جو احتياج ڪونهي. بيبين جي ستر کان سواءِ ٻي جيڪا ٻه شيءِ هجي، سا ڪڍي ڪري

ٻاهر ڪريو ته پل ته ڦورو ڪٽي وڃن.“ حضرت جن جي فرمائش پٽاندڙ سارو گهر ٻهاري، ڦورن جي حوالي ڪيو ويو. ويچارن فقيرن جون نهايت ضروري شيون به لٽجي ويئون. حضرت جن پاڻ چڙيءَ اِزار ۾ نڪري ٻاهر ٿيا. نومڙين جو مهندار ڪين هن حالت ۾ ڏسي ڏاڍو پشيمان ٿيو. وڌي وٽن آيو ۽ هٿ آدب جا ٻڌي چيائين ته ”مهرباني ڪري فرمايو ته اوهانجون ڪهڙيون شيون ڦرجي ويئون آهن ته آءٌ اوهانکي اُهي موٽائي وٺي ڏيان.“ حضرت جن وراڻيو ته ”اسانجي ڪابه شيءِ ڪانه ويئي آهي.“ ائن چئي، ڪن درويشن سان گڏجي، جهنگ منهن ڏئي اُٿي هليا.

عبدالرحمان قاسم نالي هڪ مريد جو سائن همراه هو، سو چوي ٿو ته ”مون حضرت جن کي اُن ڏينهن جهڙو سرهو ۽ خوش اڳي ڪڏهن نه ڏٺو. مال متاع وڃائڻ ڪري پاڻ اِئن پئي لڳايائون جو ڄڻ ڪو وڏو گهنگهر مٿائئن لهي پيو آهي. آءٌ جو سدائين سندن آواز ٻڌڻ لاءِ واجهائيندو وتندو هوس، سو ڏسان ته آڄ پارسي بيتن جو ٻهيرون بلند آواز ۾ پيا آچارين. دل ۾ چيم ته ’هن کان اڳ هوند لواري هر روز لٽجي ها ته جيڪر آءٌ حضرت جن جو مٺو من موهيندڙ ڪلام ته ٻڌان ها!“ آخر ٿوري گهڙي ڏينهن لڙائيءَ ۽ ڦرلٽ جو لڙ لهي ويو، ۽ حضرت جن موٽي ماڳن تي آيا.

’فردوس العارفين‘ جو صاحب چوي ٿو ته ”ٻارهين

صديءَ هجريءَ جي ختم ٿيڻ کان پوءِ، تيرهينءَ صديءَ
جي شروعات ۾ الله جي عنايت ۽ رسول جي برڪت
سان حضرت جن جي هدايت جو نور چوڏهينءَ جي چنڊ
مثل چمڪڻ لڳو. اُن جا شعاع عالم جي ڪنڊڪڙڇ ۾
جهلڪا ڏيڻ لڳا. دنيا جي اُڃايلن کي حضرت جن جي
هڪڙي ئي پيالي پيئڻ سان ابد لاءِ آرام اچي ويندو هو.
سنڌ ملڪ، جو خانهجنگين ڪري خراب ٿي ويو هو؛ ۽
آٿاٺ ۽ اوسر سڀ ويران ٿي پيو هو؛ سو سندن برڪت
سان وري شاد ۽ آباد ٿيو.

حضرت جن سارو ڏينهن اسر کان وٺي ويندي نماشام
تائين اصحابن جي سٿ ۾ ويٺا رهندا هوا. وچ ۾ نماز
لاءِ اُٿي مسجد ۾ ويندا هوا ۽ ماني به وڃي گهر کائيندا
هوا. اتفاق سان جي ڪي صالحاتون سندن زيارت لاءِ
ايندڙيون هيون، ته گهڙي ڪن وڃي موٽي ايندا هوا. پر
اُنهن سان هڪ اکر به نه ڳالهائيندا هوا. ساري عمر ۾
سواءِ پنهنجي گهر جي مطهراتن کان، ٻيءَ ڪنهن به
زال ذات سان ٻنهه زبان به نه چوريائون. جڏهن مجلس ۾
ويٺا هوندا هوا، تڏهن ڪنهنکي به وٽن اچڻ کان روڪ
نه هوندي هئي. يارن ۽ اصحابن جو ڪيڏو به وڏو ڪٽڪ
اچي مڙندو هو ته خفي بلڪل نه ٿيندا هوا. پر جي
ڪو بيگانو آدمي لنگهي ايندو هو ته پاڻ اُٿي وڃي ٻئي
ڪنهن هنڌ وهندا هوا، پر ڪڏهن جي پُور ايندو هون
ته زبان مان نصيحت آميز نقطا ڪيندا هوا، جن مان

کي هيٺ گذارش ڪجن ٿا:-

(١) اُٺ جھڙي حيوان تي مزاجي عشق جو غلبو ٿيندو آهي ته به چار مهنا ڪاٺ پيٽ چڙي ڏيندو آهي. هاڻ تصور ڪريو ته جنهن انسان تي حقيقي عشق جو غلبو ٿيندو هوندو، تنهنجو ڪهڙو حال ٿيندو هوندو. (٢) حياتي توڙي دنيا ٻئي فاني آهن. اُنهن سان ناتو لائڻ نه گهرجي. (٣) مردانگي طريقت جو مؤل شرط آهي. (٤) حق کي وسارڻ ٻچڙي ۾ ٻچڙو ڪم آهي. (٥) تونگرن ۾ نه طمع رکجي ۽ نه اُنهن جي چاپلوسي ڪجي. ڪائنن هميشه پاسو ڪرڻ گهرجي. (٦) اخلاص ڪان بهتر ٻي ڪابه چيز ڪانهي. (٧) سچو دانشمند اُهو آهي جو جهان سان قطع تعلقات ڪري ٿو. (٨) فقيرن جو الهام آسماني وحيءَ مثل آهي. (٩) رزق اُهو جو تڪليف بنا حاصل ٿئي. (١٠) سچو مريد اُهو جو پنهنجي پير جو قول ۽ فعل سند ڪري سمجهي. (١١) عارفن جي حقيقت ڪعبه جي حقيقت ڪان آڪري آهي. خود ڪعبه به اوليائن جي زيارت تي اچي ٿو. (١٢) ملائڪ به اوليائن جا مريد آهن. (١٣) پير پنهنجي مريد کي هر حال ۾، بلڪ سڪرات جي ويلي به اچي ٿو. (١٤) اوائل ۾ ذڪر پيرن مثل آهي، ۽ پوءِ مٺي جي ڦيريءَ مثل: بلڪ هن عارضي هستيءَ ڪان ڇوٽڪارو آهي. ذڪر جي غلبي ڪري ذاڪر ۽ مذڪور ٻئي هڪ ٿيو وڃن. البت فڪر ذڪر ڪان بهتر آهي.

(١٥) فقيرن جي گفتگوءَ مڙئي صدق ۽ صواب آهي. (١٦) لوڪ ۾ حق جا طالب نهايت ڇڊا آهن. (١٧) طريقت جي راه ۾ اندرينءَ آڪ جي گهرج آهي ۽ نه ٻاهرينءَ آڪ جي. فقيرن جي نظر سدائين دل ڏانهن آهي ۽ نه زيب ۽ زينت ڏانهن. (١٨) کهڙو به ڏنڌوڌاري بي هنريءَ کان بهتر آهي. (١٩) کهڙو به علم جهالت کان بهتر آهي. (٢٠) چڱو مڙس اُنهيءَ کي چئجي، جنهن پنهنجي مرشد کي سڃاتو آهي.

ڪڏهن ڪڏهن ڪو مريد ڪائڻ ڪنهن روحاني رمز بنسبت سوال پڇندو هو ته پاڻ خوشيءَ سان جواب ڏيندا هوس. هڪ ڏينهن هڪ درويش پڇيو ته ”قبلا، اڳي ذڪر ڪندو هوس ته آهو مٿي مان نڪري ٻاهر ويندو هو، پر هاڻ اُتي جو اُتي رهجيو وڃي.“ حضرت جن ورائي ڏني ته ”ٻاهر ڇا آهي؟ جيڪي آهي سو دل اندر آهي.“ سامي ڪاشيگر نالي پخالي جو حضرت جن جي مسجد ۾ بورچيخاني کي پاڻي پهچائيندو هو، تنهن هڪ لڳا اچي خبر ڪئي ته ”قبلا، جنهن به قبرستان وٽان لنگهان ٿو، تنهن مان مردا نڪري اچو اڳيان بيهن ۽ ونيو مون سان ڳالهيون ٻوليون ڪن.“ حضرت جن فرمايو ته ”اُنهن ڏانهن ڪو ڌيان نه ڏي. پنهنجي ڪم ۾ ئي مشغول ره.“ هڪڙي ڏينهن ديني ۽ دنيوي ڪمن ڪارين بنسبت سوال اُٿيو. پاڻ فرمايائون ته ”ڪيترا ماڻهو پائيندا آهن ته فلاڻو تيرو ڪم ڪار لاهي، اڳو پوءِ خدا جي

عبادت ۾ مشغول ٿيندا سون. پر اِهو خام خيال آهي، ڇو ته جيستائين دنيوي خواهشون دل مان ڪڍي ڦٽيون نه ڪبيون، تيستائين خدا ڏانهن رجوع ٿي ڪين سگهبو."

بيڪدست نتوان نمودن دو ڪار،
بيڪدل نشايد گرفتن دو يار،
تمناي دنيا و سوداي دين،
بيڪ سينه باهم نگردد قرين.

جيڪڏهن ڪو شخص ڪا مراد پائي، حضرت جن وٽ ايندو هو ۽ دعا لاءِ منٿ ڪندو هو، ته فرمائيندا هوا ته "خدا خير ڪندو" يا فقط چوندا هوا ته "هائو" جي هڪدم ائين چوندا هوا ته مراد به هڪدم حاصل ٿيندي هئي، جي ٿورو وقت رکي جواب ڏيندا هوا ته مراد دير سان حاصل ٿيندي هئي؛ پر جي بنه خاموش رهندا هوا ته مراد حاصل ٿيڻ جو ڪوبه امڪان ڪونه هوندو هو. حضرت جن رحمدل ته هڪڙائي هوندا هوا. ڪير به ڪيترو به اچي دعا لاءِ ستائيندو هون، ته دق نه ٿيندا هوا، ۽ اڪثر هر ڪنهن تي ٻاجهه جي نظر ڪندا هوا. هڪ ڏينهن هڪ پيرزيءَ سندن دامن ۾ هٿ وجهي عرض ڪيو ته "قبلا، دعا ڪريو ته ڪي پوٽا ڄمنم. جيستائين مونکي وڏي سڌ اٿيءَ ڳالهه جي خاطري نه ڏيندا، تيستائين آءٌ اوهانجو دامن هتان مور نه ڇڏينديس." ساڻس جا هڪ ٻي مائي به پيرڙي ٿي آئي هئي، تنهن به حضرت جن جي ٻئي دامن ۾ هٿ وجهي، ساهيڙيءَ جي ٻيڙائي ڪئي.

حضرت جن نهايت ڌيرج ۽ ٺهپ سان نرم ۽ حزين آواز ۾ وراڻيو ته ”خير ٿيندو.“ ماڻن کي تسلي نه آئي، سو وري ويٺي ڪيائون ته ”قبلا، وڏي واڪي فرمايو ته اسانجي من جي مدعا پوري ٿيندي.“ آخر حضرت جن بلند آواز ۾ کين دعا ڪئي. ٿورن سالن جي عرصي ۾ پيڙهيءَ کي پنج پوٽا ڄاوا.

حضرت سلطان الاوليا فرمائيندا هوا ته ”حضرت محبوب الصمد قطب ارشاد ۽ قطب مدار ٿيندا ۽ پڻ سندن دل قلندرن جهڙي ٿيندي.“ تحقيق، ٿئو به اِئن. حضرت جن ۾ اِهي ٽيئي وصفون اول کان وٺي آخر تائين موجود رهيون. نه فقط ايترو، قلندريءَ هوندي به منصب جا صاحب بنيا. اهڙو مرتبو دنيا ۾ ٿئي ڪنهن به قلندر کي حاصل نه ٿيو. شيخ عبدالرحيم چوندو هو ته ”حضرت جن جهڙو حافظالفرائض قلندر نڪو ٿيو ۽ نڪو ٿيندو.“ حضرت جن پاڻ فرمايو آهي ته ”قلندري ٻن قسمن جي آهي. هڪڙي اُها جنهن ۾ ماڻهو دنيوي اسبابن کي ترڪ ڪري، فقر ۽ خلوت اختيار ڪري ٿو، ۽ زاهدن جي ريتين رسمن تي ثابت قدم رهي، نفلن ۽ عبادتن ۾ مشغول ٿئي ٿو. ٻي اُها جنهن ۾ ماڻهو سڀ ظاهري توڙي باطني لاڳاپا لاهي، فقط فرضن جي بجاآوري ڪري ٿو ۽ ماڻهن جي مدح يا گلا ۽ دنيا جي سک ۽ ڏک جي ڪا پرواه نٿو رکي.“

شيخ عبدالرحيم چوندو هو ته ”حضرت جن ۾ به

خصلتون آهن، جي پئي ڪنهن به شيخ يا مشائخ ۾ نه ڏٺيون ۽ نه ڏٺنديون.“ پڇائونس ته ”اهي ٻه خصلتون ڪهڙيون آهن؟“ جواب ڏنائين ته ”هڪڙي هيءَ آهي جو سندن ظاهر روش اهڙي باقاعدي آهي، جو ڪوبه شخص ڪنهن به قسم جو اعتراض وٺي نه سگهندو. ٻي هيءَ آهي جو ڪوبه شخص منجهانئن ڪڏهن به رنج ٿي نه سگهندو.“

هڪ ڏينهن حضرت جن جي مجلس ۾ خلق کي نه آزارڻ جي ڳالهه اچي نڪتي. پاڻ فرمايائون ته ”ڪيترا ماڻهو آهن، جي ڪڏهن به ڪنهنکي ڪونه رنجائين؛ مگر مرد اُهو چئجي جو پاڻ ڪڏهن به ڪنهن مان رنج نه ٿئي. مولانا روميءَ چيو آهي ته 'جوان مراد اُهو آهي، جو رنج جي لائق کي به نه رنجائي؛ ۽ آزاد مرد اُهو آهي، جو ڪنهن رنجائڻ تي به رنج نه ٿئي'.“

حضرت پيغمبر صلعم جن جون ٻه خاص خوبيون هيءُ هيون: هڪڙو ته يتيميءَ هوندي به مروت جا صاحب ٿيا؛ ۽ ٻيو ته جهالت جي زماني ۾ عالم ليکجڻ ۾ آيا. حضرت محبوب الصمد ۾ به اِهي پئي صفتون رب جي عنايت سان ڪمال درجي ۾ موجود هيون. سندن باطني علم بابت ذرو ظاهر ڪرڻ به محال آهي. اُن جي پوري پروڙ فقط خدا کي ئي هئي، يا اُنهن کي جي پاڻ عارف هوا.

سر عارف بجز از ديده عارف نشناخت،
شمس تبريز کند فهم که مولانا کيست.

باقي ظاهري علم ۾ حضرت جن جو ايڏو مرتبو ۽ شان هو، جو آن زماني جا زبردست عالم ۽ فاضل، جهڙوڪ: سيد محمد ۽ خواجه قاضي احمد بار بار چوندا هوا ته هيڏيءَ دانش هوندي به اسين حضرت جن جي اڳيان پاڻ کي سيڪڙاڻن جيان ٿا سمجهون.“ سيد محمد اِئن به چوندو هو ته ”ظاهري علم ۾ جڏهن به ڪا مشڪلات درپيش ايندي هيم ته وٽي حضرت جن کان حل ڪرائيندو هوس. سندن هڪڙي گفتي سان ڏي منهنجا سڀ شڪ شبها غائب ٿي ويندا هوا. آءٌ علم نجوم ۾ پاڻ کي ڏاڍو ماهر سمجهندو هوس؛ ۽ مونکي چڱيءَ طرح معلوم هو ته حضرت جن انهيءَ علم مان بلڪل اڻ واقف آهن. هڪ لڳا نجوم جو هڪ مسئلو منهن ڏيئي اچي بيٺو. آءٌ حضرت جن اچي پلتيا؛ ۽ زايچه جي قانونن ۽ اصطرلاب جي رمزن جي ايڏي وٺي آپتار ڪيائون، جو آءٌ وائڙو ٿي ويس.“

حضرت جن ادب ۽ مروت، لحاظ ۽ لياقت جا صاحب هوا. حضرت سلطان الاوليا جن جو ڪوبه اصحاب سندن مجلس ۾ حاضر هوندو هو، ته آن جي سامهون ڪڏهن به پير ڊگها نه ڪندا هوا. ڪنهن به شخص جو نالو بنا تعظيم نه ڳنهندا هوا. سڀني جي ڏاڍي خاطري ڪندا هوا. پوڙهن سان عزت سان ورتندا هوا، جوانن سان همت سان، ۽ ٻارن سان ٻاجهه سان. ’مرغوب احباب‘ جو صاحب چوي ٿو ته ”مونکي چٽي يادگيري آهي ته نندي

هوندي هڪ ڏينهن عيدگاه کان پٺي وڪون پري، هڪ جهرڪيءَ پٺيان ڊوڙندو پٺي ويس. اوچتو هڪ جنيءَ جو آواز ڪن پيم. منهن ورائي نهاريان ته حضرت جن پيا اچن. ادب ۽ ڊپ کان بيهي رهيس. انهيءَ تي پاڻ به بيهي رهيا، ۽ مشڪي فرمايائون ته ”آبا، پلي پنهنجي شڪار پٺيان وڃ.“

حضرت جن جو هڪ مريد ڳالهه ڪندو هو ته ”اوائل ۾ حضرت جن کان منهن موڙي، وڃي هڪ منحوس جي صحبت ۾ ڦاٿس.“ توري گهڻي ڏينهن توبه تائب ٿي، حضرت جن وٽ تقصير معاف ڪرائڻ لاءِ لنگهي ويس. پر سندن اڳيان زبان مان اکر به نه پيو اُڪليم. پاڻ مونڊانهن نهاري، مشڪي فرمايائون:-

بود که يار نرنجد زما بخلق کريم
که از سوال ملوليم و از جواب خجل.

حضرت جن اهڙا ته بيپرواه بالم هوندا هوا، جو ڪنهن ڳالهه يا ڪم ڪار لاءِ ڪنهن کي ڪوڏيءَ جي به تڪليف نه ڏيندا هوا؛ ايتري قدر جو گهران به ڪڏهن ڪا شيءِ گهري نه وٺندا هوا. جيڪي ازخود ملندو هون، تنهن تي قناعت ڪندا هوا. هڪ ڏينهن مسهل ورتو هوائون، تنهنڪري ڪيريءَ پڌو ڪاڌو ڪائڻو هون. سندن لاءِ خاص چانور چاڙهيا ويا هوا؛ پر مريدن جي غفلت کان اُنهن ۾ ٿي پيرا وري لوڻ وڌو ويو هو، جنهن ڪري کارا جهڙا زهر ٿي پيا هوا. جڏهن حضرت جن جي ڪائڻ

جي محل تي، تڏهن چانور پائي آٽي ڪين ڏنائون. پاڻ پنهنجي مقرر ڪيل غذا بنا ڪراهت ڪائي اٿيا. پوءِ باقي بچيل طعام تبرڪ طور مريدن ۾ ورهايو ويو. مريد ڪائين ته ڏسن ته چانور جهڙا زهر ڪيا آهن. عجب ۾ پئجي ويا ته حضرت جن ڪيئن ڪائي ويا، سو وچي ڪانئن پڇيائون. پاڻ فرمايائون ته ”اسانجي روزي اِها هئي، سو حاجت دفع ڪئيسون.“

حضرت جن جي ڪرامتن ۽ آچرجن جو ڪاٿو ئي ڪونهي. انهن مان ڪن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:-

(١) سيد عالم شاه لاهوري ڳالهه ڪندو هو ته ”جڏهن آءٌ مڪي شريف ۾ حج ڪرڻ ويس، تڏهن صفا جي مقام تي مونکي هڪڙو جوان صفا جو صاحب گڏيو، جنهن چيو ته ’پنهنجي بيعت جو هٿ مونکي ڏي، ڇو ته آءٌ تنهنجيءَ طريقت جو پير آهيان.‘ اِئن چئي منهنجيءَ نظر کان غائب ٿي ويو. وري جڏهن جمره جي مقام تي آيس، تڏهن وري مونکي پنهنجو ديدار ڪرايائين. هڪ ڀيري ڏٺومانس ته ڪعبي جي سطح تي ويٺو آهي. مڪي جي عربن کان گهڻي ئي پڇائون ڪيم، پر ڪنهن کي به هن جوان جي نالي نشان جي خبر ڪانه هئي. اتفاق سان حج تان موٽندي، ڪن ماڻهن کان ٻڌم ته لواريءَ جي شهر ۾ هڪ بزرگ رهي ٿو، جو نهايت سڳورو آهي. آءٌ به سنئون سندس زيارت تي ويس. ڏسڻ شرط سهي سڃاتم ته هيءُ جوان ساڳيو اُهو آهي، جنهن

مکي ۾ مونکي پنهنجو ديدار کرايو هو.“

(۲) سيد حبيب شاه ڳالهه کندو هو ته ”کنهن وقت آءٌ پنهنجي ملڪ ۾ بادشاه جو خاص درباري هوندو هوس. اوچتو اسان ڪافرن سان جنگ جوٽي، جنهن ۾ شڪست کائي اُٿي ڀڳاسين. اسان مان ڪيترا پر واريءَ نديءَ ۾ ڪري پيا. مون سان به اهو حال ٿيو. پوءِ وٺي اوسي پاسي جي پيرن فقيرن کي پڪارون ڪيم ته هن ماندگائيءَ ۾ اچي همراه ٿيو. اوچتو هڪ جوان اچي پرگهٽ ٿيو، جنهنجيءَ سونهن ۽ سوڀيا جو ڪهڙو ذڪر ڪريان. اُمالڪ هٿ کان ڇڪي ٻاهر ڪڍيائين. اِئن ڪري غائب ٿي ويو. مونکي ڏاڍو عجب لڳو، پر دل ۾ چيم ته ’اڄ کان وٺي هوُ ئي منهنجو مرشد آهي‘ مگر ڪل ئي ڪانه ٿي پيم ته ڪٿي ڳوليانس. پوءِ ته دنيا ترڪ ڪري، سندس ڳولا ۾ جوڳين وانگي سارو جڳ ڦريس، پر پتو ئي ڪونه پيو. آخر جڏهن مدد خان افغان سنڌ تي چڙهائي ڪرڻ جا سعيا پئي ڪيا، تڏهن آءٌ به وچي سندس لشڪر ۾ داخل ٿيس، انهيءَ مراد سان ته من سنڌ ملڪ ۾ انهيءَ جوان جو ڪو نشان پتو ملي. جڏهن اُتي پهتس، تڏهن مڙني شيخن مشائخن جي ملاقات ڪيم، پر مقصد حاصل نه ٿيم. نيٺ هال ڪنڊيءَ جي شهر ۾ ٻڌم ته لواريءَ ۾ منهنجو مطلب پورو ٿيندو. ڪهي اوڏانهن ويس، ۽ حضرت جن کي ڏسندي شرط چيم ته ’تحقيق هيءُ اُهو ساڳيو جوان آهي، جنهن

منهنجي حمايت ڪئي هئي. پوءِ تہ بيعت ڪري، طريقت ۾ داخل ٿيس."

(٣) هڪ لڳا ڏاڙيلن جو هڪ وڏو ٽولو لواريءَ تي ڪاهي آيو. شهر جا ماڻهو اُنهن سان مقابل ٿيا. جڏهن حضرت جن کي خبر پيئي، تڏهن سراءِ جي ديوار تي چڙهي، منهن ٻاهر ڪيو، وٺي پنهنجي ردا ڇنڊيائون. فقط ائين ڪرڻ شرط، ڏاڙيل اُٿي ڀڳا. جڏهن حضرت جن کان هن عجب اسرار بنسبت پڇا ڪئي ويئي، تڏهن فرمايائون تہ "اوڏي مهل مشائخن جا روح اسانجي مدد لاءِ اچي ڪٺا ٿيا."

روي خوب ست ڪمال هنر و دامن پاڪ،
لا جرم همت پاڪان دو عالم با اوست.

حضرت سلطان الاوليا جي روضہ مبارڪ جي عمارت جو ڪم حضرت جن جي ايامڪاريءَ ۾ شروع ٿيو. ڪتان ڪتان جا ڪاريگر اچي ڪٺا ٿيا هوا. ڪم هلندي، پئسو پنجڙ ڀنو ڏيئي ويو. حضرت جن انتظاريءَ ۾ پئجي ويا. پانيائون تہ متان ڪم ۾ دير پئجي وڃي، سو هڪ زيور گهہ رکي، پئسي هٿ ڪرڻ جو پہ پڇايائون. آڌيءَ رات جو حضرت جن وڏا ڪين ڏسڻ ۾ آيا، جن ڏايا دلاسا ڏيئي چيو تہ "هڪ ٻہ ڏينهن ڪم مهمل رکو. پوءِ جيڪو بہ پئسو اوهانکي باقي گهربيل آهي، سو ازخود اچي اوهانکي ملندو." ٻئي ڏينهن هڪ شخص ٻيءَ هزارين روپيہ جي همياڻي پاڻمرادو کڻي پهچائي ويو. اُنهيءَ

رقم مان باقي رهيل ڪم پورو ٿي ويو.
حضرت جن کي جملي ڇهه فرزند هوا، جن جا نالا
آهن: (١) حضرت غوث عالم خواجه محمد زمان ثاني،
(٢) شيخ عبداللطيف صغير، (٣) ابوالقاسم، (٤) محمداڪرم،
(٥) آدم، (٦) حاجي محمد. پويان چارئي ناخلف ۽
طالح ٿي ساماڻا ۽ پنهنجن ٻين ڀائرن کي هرقسم جا اهنج
۽ ايذاءَ ڏنائون. حضرت جن جو ٻهرين ٻن فرزندن تي
نهايت پيار هوندو هو. هڪ ڏينهن جهڙو پاڻ خانقاه ڏي
پئي ويا، تهڙو سندن اهي ٻئي فرزند جي اُن وقت ننڍا
ٻار هوا، سي ٻوڙي سندن اڳيان اچي بيٺا. ڏانهن چتائي
نهاري، فرمايائون ته ”حضرت غوث عالم عين ٻين حضرت جن
وڏن جهڙو آهي ۽ شيخ عبداللطيف وري ساڳيو شيخ
حاجي عبداللطيف جهڙو آهي.“ هڪ لڱا ٻنهي کي پاڻ
وٽ سڏايائون. ٻنهي کي هٿن ۾ ڪتاب هوا. ڪانئن ڪتاب
وٺي پاسي ڪري رکيائون ۽ فرمايائون ته:-
”بيا تا بعد زين اورا پرستيم،
که بي او هرچه ما هستيم پستيم.“
حضرت جن کي پنهنجيءَ آڻ منڊائتيءَ وفات جو
اڳيئي پرو پئجي ويو هو. بيماريءَ کان ڪجهه وقت
اڳ، هڪ ڏينهن فرمايائون ته ”ارڙهن ورهين جي عمر
کان اڳ، اسانکي هيءُ جهان بهتر پئي لڳو؛ اُن بعد
ويندي ٽيهن ورهين تائين پئي جهان هڪ جهڙا پئي لڳا؛
مگر هاڻ هو جهان اسانجي نظر ۾ بهتر آهي.“ شيخ سڏا توره

ڳالهه ڪندو هو ته "جڏهن حضرت جن اڃا بلڪل چڱا ڀلا هوا، تڏهن هڪ دفعي آءٌ ڪانئن موڪلائي اُٿي ڪڙو ٿيس. پاڻ پنهنجو مبارڪ هٿ منهنجي هٿ ۾ ڏنائون. اوچتو منهنجيءَ دل ۾ خيال آيو ته 'هيءُ آخري دفعو آهي جو آءٌ حضرت جن جي ملاقات ٿو ڪريان.' مون سمجهيو ته شايد منهنجا ڏينهن اچي پورا ٿيا آهن، سو حضرت جن ڪي پنهنجي دل جي خدشي ڪان واقف ڪيم. پاڻ وري منهنجي هٿ کي زور ڏنائون، جنهن مان مون هڪدم سهي ڪيو ته ڳالهه ڇا آهي؛ ۽ مونکي انهيءَ راز جي پڌر ڪرڻ جي منع ڪيائون. انهيءَ ڪان پوءِ مهني ڪن جي اندر وصال ڪيائون." 'مرغوب احباب' جو صاحب چوي ٿو ته "منهنجي والد جي ڳالهه آهي ته وفات ڪان ٿورو وقت اڳ، حضرت جن هر هر هيءُ بيت پيا اُچاريندا هوا:

غنيمت دان و مي خور در گلستان،
که گل تا هفتهء ديگر نباشد.

حضرت جن کي وڏي ماتا، يعني چيچڪ جي بيماري ٿي. سارو بدن داڻن سان ڇانئجي وين، جن جي حرارت ڪان چمڙيءَ ۾ چڙ ته ٻاه پئي ٻرين. ايڏي عذاب هوندي به، نه ڪڏهن ڪرڪيائون ۽ نه ڪڏهن ڪا درد ڀري دانهن ڪيائون. رب جي رضا تي راضي رهي، سڀ درد ۽ سور صبر سان سٺائون. وفات ڪان ٿورو اڳ، هڪ رات حضرت غوث عالم کي پاڻ وٽ گهرايائون. جڏهن

هو اچي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيا، تڏهن مڙني خدمتگارن کي پلڪ ساعت ٻاهر وڃڻ لاءِ امر ڪيائون. پوءِ خلوت ۾ ويهي حضرت غوث عالم کي آخري وصيت ڪيائون. فرمايائون ته ”هاڻ جماعت تنهنجي حوالي آهي؛ تون ئي اُنجو امام آهين.“ انهيءَ تي حضرت غوث عالم وراڻيو ته ”اوهانکي ٻيا ٻه گهڻي ئي فرزند آهن. اُنهن مان ڪنهن کي هن عهدي لاءِ مقرر ڪريو ۽ مونکي مهرباني ڪري معاف ڪريو.“ حضرت جن فرمايو ته ”هيءُ معاملو اسان ٻنهي جي اختيار کان ٻاهر آهي. جنهن کي ڏڻيءَ ازل کان هن عهدي لاءِ خلقيو آهي، تنهن کي ئي اُن جون واڳون سؤنپيون وينديون.“ وري ٻه حضرت غوث عالم عرض ڪيو ته ”اءِ علم مان گهڻو واقف نه آهيان. انهيءَ ڪري جي مونکي معاف ڪريو ته ڏاڍو چڱو.“ حضرت جن فرمايو ته ”اڄ تو جهڙو عالم ساري جهان ۾ ڳوليو ليندو دل من نه هڻ. سير ته ڇوڙي ڇاڻين؟ اسين تو کي خاطري ٿا ڏيون ته سير ڇوڙڻ کان ٻه ارشاد ڏيڻ جو ڪم تو لاءِ وڌيڪ آسان ٿي پوندو.“ آخر حضرت غوث عالم خلافت جي جوابداري پنهنجي سر تي قبول ڪئي.

حضرت جن ربيع الآخر مهني جي ٢٧ تاريخ سنه ١٢١٨ هجري (١٨٠٣ع) ۾ سانجهن ۽ سمهاڻيءَ جي نمازن جي وچ ڏاري وصال ڪيو. سندن عمر شريف فقط ايڪيتاليهه سال هئي. سيد مير نور علي لڪوي ڳالهه ڪندو هو ته ”هڪ ڏينهن حضرت غوث عالم مونکي فرمايو ته ’حضرت جن

جي مقبري جو مصلو سنئون سڌو نٿو ڏسجي؛ پر ادب وچان ڪنهن کي بہ همت نٿي ٿئي، جو اُن کي سڌاري چڙي. هلو تہ پاڻ ٻئي هلي اِهو ڪم ڪريون.‘ پوءِ ٻئي گڏجي مقبري ۾ وياسون. پاڻ پيري اندر گهڙي، مصلو چڪي ٻاهر ڪيائون. اِئين ڪرڻ سان، هڪ پاڻيءَ جو چشمو ڇولو ڏيڻ لڳو. حضرت غوث عالم پنهنجي ردا جو پلاند پاڻيءَ ۾ پسائي، پوءِ مصلو سنئون ڪري پوريءَ جاءِ تي ڪپايو. مون هيءُ اسرار ڏسي، ڪائنن پڇو تہ ’مصلي هيٺان پاڻيءَ جو چشمون ڪٿان آيو؟‘ فرمايائون تہ ’بيماريءَ جي زهر جي حرارت، جنهن ڪري حضرتجن کي شهادت جو شربت چکڻو پيو، تنهن جي عوض حق تعاليٰ ڪوثر جي چشمي مان مٿن هن پاڻيءَ جي عنايت ڪئي آهي‘.“



(٥)

# حضرت غوث عالم خواجہ محمد زمان ثاني قدس سره

حضرت غوث عالم جي ولادت سنہ ١١٩٩ هجري ء
(١٧٨٤ع) جي رمضان مهني ۾ ٿي. ڏينهن ۽ تاريخ جو
پورو پتو پئجي نٿو سگهي. حضرت سلطان‌الاوليا جي
بزرگ اصحابن مان جيڪي حضرت غوث‌عالم جي ولادت
وقت اڃا حيات هوا، سي سڀيئي يڪراءِ هوا تہ ظاهر
توڙي باطن ۾، شڪل توڙي شبيه ۾ حضرت غوث عالم
هوبهو حضرت سلطان‌الاوليا جا روح مجسم هوا. سندن
تولد کان اڳ، حافظ هدايت‌الله بار بار چوندو هو تہ
”وصال کان ڪجهہ وقت اڳ، حضرت سلطان‌الاوليا
مونکي بہ بشارتون ڏنيون هيون، جن مان هڪ هيءَ هئي
تہ ’اسين پاڻ تنهنجي جيريئي وري هن جهان ۾ ايندا‌سين‘
۽ ٻي هيءَ هئي تہ ’مرڻ کان اڳ توتي حقيقت احمدي
واضح ٿيندي‘.“ ماڻهو گهڻو ئي چوندا هوس تہ ”اها ڳالهہ
ناشدني آهي؛ ڇو تہ جيڪي انسان هن دنيا مان گذر
ڪري ويا آهن، تن مان ڪي نالي ڪي ڪونہ موٽيو آهي.“
جواب ۾ هميشه اِئين ئي چوندو هو تہ ”حضرت جن جي

قول تي مونکي پڪو ڀروسو آهي. پاڻ اوس وري ايندا.“
آخر جڏهن حضرت غوث عالم تولد ٿيو ۽ سندن نالو
به ساڳيو ڏاڏي سڳوري وارو رکيو ويو، تڏهن حافظ
هدايت الله ماڻهن کي چيو ته ”الحمدلله، حضرت جن
وڏن جو هڪڙو وعدو ته پورو ٿيو. الله ۾ آسرو اٿم ته
سندن ٻيو سخن به ضرور پڙندو.“ ٿيو به ائين. سڪرات
ويلي حافظ پڪاري چيو ته ”اڄ حضرت وڏن جو ٻيو
واعدو به پورو ٿيو.“ شيخ سدا توره حضرت غوث عالم
جي بنسبت چوندو هو ته ”نالي جي ساڳيائي عام آهي
۽ ٻن ڪن حالتن ۾ حقيقت جي هڪجهڙائي به ممڪن
آهي؛ پر هر هڪ انسان جو جسم علحدو آهي. مگر
حضرت غوث عالم اسم، جسم ۽ حقيقت ۾ عين بين حضرت جن
وڏا آهن.“ ’مرغوب احباب‘ جي صاحب جي ڏاڏي جو
ٻڌ ساڳيو رايو هو. چوندو هو ته ”حضرت جن وڏن ۽
حضرت غوث عالم جي وچ ۾ تر جيترو به تفاوت ڪونهي.“

حضرت غوث عالم جي ننڍپڻ بنسبت جي روايتون
موجود آهن، تن مان ظاهر آهي ته پاڻ به پنهنجي ڏاڏي
سڳوري وانگر ننڍپڻ کان ئي چام هوا. خود حضرت
محبوب الصمد فرمائيندا هوا ته ”اهڙا فرزند عالم ۾ آڻليپ
آهن.“ ننڍيءَ وهيءَ کان وٺي ئي اچرج ۽ ڪرامتون
ڏيکاريائون. جڏهن اڃا مڪتب ۾ پيا پڙهندا هوا، تڏهن
هڪ ٻيري ڪنهن درويش اچي شڪايت ڪئي ته ”آءُ سر
سڀ منهنجا گهچ وهٽ مري ويا آهن.“ حضرت جن کي

ڏاڍو قياس آيو. درويش کي دلداري ڏيئي، ڪاغذ ٽڪر تي ڪجهه لکي فرمايائونس ته ”هيءُ ڪاغذ ڪڻي وڃي مڪتب جي فلاڻيءَ ديوار تي ٽنگي ڇڏ، ته آسمان ان کي ڏسي مينهن موڪلي.“ درويش ايمان رکي وڃي ائين ڪيو. ڏٺيءَ جي قدرت جو پيش جو مينهن اوڙڪون ڪري اچي پيو. مير نور علي جو حضرت جن جو ننڊي هوندي جو سنگتي هوندو هو، سو ڳالهه ڪندو هو ته ”هڪ ڏينهن جهڙو حضرت جن سان گڏ جهنگ ڏي سير پئي ڪيم، تهڙو مونکي هڪ عجيب رويا ٿي. ڏسان ته ڪعبه معظمه حضرت جن جي چوڌاري طواف پيو ڪري. حضرت جن تي به اُن وقت هڪ حيرت انگيز حالت طاري هئي اچا ڪعبي تيون پيرو طواف ڪيوئي ڪين ته پاڻ آڪ کوليائون ۽ مون ڏي نهاري مشڪي فرمايائون ته ”هي سڀ حضرت پير، يعني خواجه محبوب الصمد جي واردات جو اثر آهي، جو ته طالبن جا مطاف پاڻ ئي آهن.“ سيد مير نور علي لکوي کان روايت آهي ته ”حضرت جن اڃا بلوغت کي ئي نه رسيا هوا ته هڪ ڏينهن پيهرن جو آرهڙ جي موسم ۾ گرم ڪرتو گهرائي ڪڍي اوڍيائون. مونکي نهايت عجب لڳو، جو ته اُن وقت ڏاڍي گرمي هئي. ڪن سن ۾ ڪانئن انهيءَ جو سبب پڇيم. فرمايائون ته 'اڄ فلاڻي ڏيساور ۾ ڏاڍو سخت مينهن پئي وسيو، جنهن ڪري ڪيترين عمارتون ڍهي پيئون. اسان جهڙو اها روئداد پئي ڏٺي، تهڙو ٿڌ وٺي ويئيسون؛ جنهن ڪري

لاچار ڪرڻو پاڻئو پيو سبين.“

حضرت جن جي والد شريف جي منجهن ساه هوندو هو ۽ کين ڏاڍو مان ڏيندا هوا. هميشه تعظيم وچان کين ”ميان جيو“ ڪري سڏيندا هوا، ۽ کين ڪنهن به ڪم ڪار جي تڪليف نه ڏيندا هوا. شيخ پيرانه جو حضرت محبوب الصمد جو خاص خدمتگار هوندو هو، سو روايت ڪندو هو ته ”ڪنهن قوي سبب ڪري حضرت غوث عالم جن والد شريف جي پڇاڙيءَ واريءَ بيماريءَ ۾ اڪثر عيادت لاءِ نه ايندا هوا. فقط هڪ ڀيري آيا. کين ڏسڻ شرط حضرت محبوب الصمد جي روح کي راحت اچي ويئي. پاڪ پڇاڙان حضرت غوث عالم کي ڪوٺڙي ڪٺي اچڻ لاءِ آشارو ڪيائون ۽ جو هنن ڪٺي آڻي سندن اڳيان حاضر ڪيو. پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ فرمايائون ته ”پڇا، تنهنجي هيءَ هڪ خدمت ڏي قيامت تائين ڪافي آهي.“

حضرت محبوب الصمد جي وصال وقت حضرت غوث عالم جي عمر اٺويهه ورهيه مس هئي. شيخ محمد نالي هڪ مجذوب هوندو هو، جنهنکي غيب جي خبر پوندي هئي. ڪنهن وڃي ٻڌايس ته ”حضرت محبوب الصمد هن دنيا فانيءَ مان لڏي وڃي جهان جاودانيءَ ۾ منزل ڪئي آهي.“ چيائين ته ”اِئن بلڪل نه آهي. حضرت جن جي قائم آهن، رڳو منهن تي ماتا جا سينڌرا ٿيا اٿن. پاڻ وڃي روضه شريف ۾ ويٺا آهن ۽ سندن عوض حضرت سلطان الاوليا

ٻاهر نڪري اچي ويٺا آهن.“ حضرت محبوب الصمد جي
وصيت موجب خلافت جون واڳون حضرت غوث عالم
کي سونپيون ويون. سڀ ڪي هڪ ڏينهن جڏهن فجر جي
نماز کان پوءِ حضرت جن مسجد ۾ اصحابن جي سٿ ۾
ويٺا هوا، تڏهن خواجه مومن نالي هڪ مجذوب اُمالڪ
اندر پيهي آيو، ۽ وٺي وڏي واڪي پڪارڻ لڳو ته ”اي
يارو، حضرت سلطان الاوليا مونکي هڪ پيغام ڏنو هو، جو
هاڻ ڪن ۾ مون ڏيئي ٻڌو. حضرت جن فرمايو هو ته
’منهنجي اولاد مان هڪ مرد ساماڻبو، جنهن جو نالو ۽
قدم ساڳيو مون جهڙو هوندو. جڏهن اهو شخص ارشاد
جي مسند تي ويهندو، تڏهن توهان جهڙا هوندين. منهنجي يارن
کي وصيت ڪجو ۽ پڻ منهنجي ياران چئجان ته سڀيئي
انهي ۽ مرد خدا جي متابعت ڪجو، ۽ متان ڪڏهن ڪا
هنجي مخالفت ڪئي آٿو، ڇو ته هو سڄڻ ۽ ڪوڙن
جو پارکو ٿيندو.‘“

حضرت جن کي مسند تي ويهي سال کن مس ٿيو
هو ته سنه ١٢١٩ هجري (١٨٠٤ع) ۾ احمدشاه دوراني ۽
جو پوٽو شاه شجاع سنڌ تي ڪاهي آيو. ساري ملڪ ۾
ڌاڙو پئجي ويو ۽ ڦر لٽ جو ڦڙڪو مچي ويو.
ماڻهن ۾ ڦرڦوٽ پئجي وئي، سو پنهنجا آباڻا ڇنا ڇڏي
اُٿي ڀڳا. لواري ۽ جي شهر کي به وڏو صدمو رسيو.
حضرت جن به لاچار وطن مان نڪري وڃي ويجهي ڇڪ
۾ رهيا. مڪان شريف جو سڀ اسباب لٽجي ويو. ڦورن

کي روضہ مبارڪ جو بہ ڪو لحاظ ڪونہ پيو. انڪي بہ
ٻهاري سڀ سامان سرو ڪٽي ويا. آخر جڏهن سانت ٿي،
تڏهن حضرت جن وري وطن آيا. پر هن حادثي بعد،
آئيندي جي بچاءَ واسطي هڪ ڪوٽ اڏائڻ شروع
ڪيائون. اُن وقت ڪين فقط ٻہ تولا سون جا مس هوا،
پر انهيءَ هوندي بہ هڪدم ڪم ۾ هٿ وڌائون. پوءِ
تہ مهني سر مهني هزارن جا هزار روپيا ازغيبي اچي
پر گهٽ ٿيندا هوا، ۽ ڪوٽ جو ڪم عاليشان پيماني
تي هلندو هليو، تان جو سنہ ١٢٢٦ هجريءَ (١٨١١ع)
ڌاري جڙي راس ٿيو. پر سنت ئي ڪن حاسدن اُن وقت
جي ٽالپر حاڪم مير غلام علي خان کي وڃي برغلايو
تہ حضرت جن هيءَ ڪوٽ انگريز سرڪار جي شورش ۽
مالي مدد سان اڏايو آهي. مير صاحب کي بدگماني
وٺي ويئي. آقي باقي جو خبر پيس تہ حضرت جن
پنهنجي فرزند جي مائٽي ڪڇ وارن جاڙيجن رئيسن مان
چوائي آهي، سو تہ هيڪاري سندس شڪ شبها وڌيڪ
پڪا ٿيا، ڇو تہ اُن وقت انگريز سرڪار جي بئنڪ پڇ
۾ هئي، ۽ مير صاحب سمجهو تہ انهي سڱ جي پٺ
انگريزن جي تحرڪ سان تقاضا ٿيل آهي. آخر پاڻ جهلي
تہ سگهيو، سو حضرت جن کي لکي موڪليائين تہ ”ڪوٽ
جي ديوار ڍهرائي ڇڏيو.“ حضرت جن ڪيس جواب ۾
لکيو تہ ”اسانجي اڳوڻيءَ دعا خواهيءَ جي اوهانکي
پليءَ پٽ معلوميت هوندي. اسانجي درويشن جو هن

کم ۾ هٿ وڌو آهي، سو صرف اوهانجي خيرخواهيءَ
جي لحاظ وچان. ڀر ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي ته ڪن لچن جي
چغلين تي لڳي، اوهين اسان سان اڳوڻو آشنائيءَ جو
رستو ٽوڙڻ ٿا چاهيو. خير، اسان فقيرن جو ننگ ڌڻيءَ
تي آهي؛ ۽ الله پنهنجي امر تي غالب آهي!“ پر حضرت جن
جي هن وراڻيءَ جو، مير صاحب جي من تي ڪو اثر
ڪونه ٿيو. پنهنجا ماڻهو موڪلي، ڪوٽ جي ديوار
پڄائي پورا ڪرايائين. حضرت جن نهايت دلتنگ ٿيا ۽
فرمائيندو ته ”افسوس! جو مير صاحب اسان ۾ گمان ٿو
ڪري ته اسين انگريز سرڪار سان ملت آهيون مفت اسان
جي درويشن تي هيءَ اجائي تهمت مڙهي اٿس. خدا جو
ترس به ڪونه ٿو ڪري! الله ۾ آس آهيون ته اهي ساڳيا
انگريز خود ميرن جي گهرن مان پڙڪو ڏيئي ٻاهر ڪڍندا.“
روايت آهي ته هن واقعي کان ٿورو وقت پوءِ، هڪ
ڏينهن اوچتو هڪ مجذوب مير غلام علي خان جي
ڪچهريءَ ۾ گهڙي آيو ۽ وٺي وڏي واڪي پڪارڻ
لڳو ته ”اي بدبخت، تو هڪ صاحبدل جي بنسبت
بدگماني ڪئي آهي؛ ۽ ايتري قدر ليکي ڪان لنگهي
وئين جو هن جي ڪوٽ جي ديوار ڪيرائي ڇڏي ڪيءَ!“
مير صاحب هيسجي ويو ۽ مٿي تي هٿ هڻي چيائين ته
”تقدير ائين هئي!“ مجذوب وراڻيو ته جڏهن سڀ تنهنجي
اولاد کي سوڙهو گهٽيندا، تڏهن به ائين چوندين ته
”تقدير ائين هئي.“ اهي اکر چئي، غائب ٿي ويو، پيو

هڪ مجذوب هوندو هو، جو بازار ۾ ڦرندو وتندو هو؛ ۽ ذري ذري لٺ پٽ تي ٺوڪيندو، مير صاحب کي پٽيندو ويندو هو ته ”هن نامراد خدا جي مردن سان هٿ آٽڪايو آهي! اهو حڪومت جو چوغو جو ڪيس پهرايو اٿن، سو مور نه مدد ڪندس. هيءَ آخرين گهمرو سير شڪار تي ٿو وڃي! سگهوئي پاڻ به شڪار ٿي ويندو!“ آخر ٿيو به ائين؛ ۽ انگريز سرڪار به مرن کان حڪومت جون واڳون وٺي پنهنجي وس ڪيون. مولانا روميءَ فرمايو آهي ته:—

چون خدا خواهد که پرده کس درد،
ميلش اندر طعنهء پاکان بود.

مٿين واقعي کان ورهيه کن پوءِ حضرت جن حج جي زيارت جو ارادو ڪيو. سنه ١٢٢٨ هجري (١٨١٢ع) جي عيدالاضحيٰ تي سانباهو ڪرڻ شروع ڪيائون؛ ۽ ذوالحج جي ١٦ تاريخ جمعه نماز ادا ڪرڻ بعد خواجه عبداللطيف کي پنهنجو قائم مقام مقرر ڪري، پاڻ سفر سڌاريائون. ماڻهن جا ميڙ اچي مڙيا، جن مڙني کان شهر جي ٻاهران موڪلائي، چاليهن اصحابن کي ساڻ ڪري، ڪڇ جو رڻ لتاڙي، اچي مانڊوي بندر تي پهتا. اتي سنڌ جا ڪيترا امير ۽ رئيس جي سنڌن معتقد هوا، سي به ساڻن گڏجي حج ڪرڻ جي شرف خاطر اچي ڪٺا ٿيا. حضرت جن سان همراه حاجين جو تعداد هڪ سؤ کان ٻاهر لنگهي ويو. آخر سامان سرو خريد ڪري، الاهي

توهار سپ غوراب ۾ چڙهي روانا ٿيا. ٿوري گهڻي ڏينهن اچي هڪ بندر تي پهتا. جهاز جي معلم ڪي اتي ڪنهن ضروري سبب ڪري ڪي ڏينهن ترسڻون پيو. پر حضرت جن کان اها دير سٺي نه ٿي، سو ساري آتالي سميت هڪ ٻئي جهاز ۾ جو هڪيو موجود هو، تنهن ۾ هڪدم چڙهي پيا. انهيءَ تي هڪ وڏيري عرض ڪيو ته ”قبلا، جي ٻه ٽي ڏينهن دير ٿي، ته حرڪت نه آهي. بندرن تي اهڙا واقعا ته هميشه ٿيندا آهن“. حضرت جن وراڻيو ته ”پنهنجن مشائخن جا مزار پوئتي ڇڏي آيا آهيون، سو ته نهيوءَ پر اڳتي جي جا آرزو اٿئون، تنهن ۾ ٻه جي اوسيڙو پيو ته اهو سهڻ نهايت ڪٺن آهي. هتي جو ڪوڙي ٿيا ويٺا رهون، تنهن کان صدبار بهتر آهي ته ٻئي جهاز ۾ چڙهي، سگهوئي هلي منزل مقصود کي رسون.“ جڏهن يمن جي مخه بندر تي اچي پهتا، تڏهن شهر جا مکيه ماڻهو سندن مرحبا لاءِ اچي مڙيا. شيخ محمد عابد مدني، جو عربستان جو مشهور علامه ۽ مفتي هو، سو به حضرت جن جي زيارت لاءِ بندر تي منتظر ٿيو بيٺو هو. حضرت جن کيس پاڪر پاڻي گڏيا، ۽ ڏاڍو قرب ڏيکاريائونس. ٻه چار ڏينهن وٽس رهي، کيس اهڙو ته فيض رسايائون جو هو رڇي ريٺو ٿي پيو. پوءِ ته حضرت جن جي بيعت ڪري، سندن مريد ٿيو. ۽ هڪ پيري خاص حضرت جن جي ديدار لاءِ لواريءَ ۾ ڪهي آيو هو. بار بار چوندو هو ته ”مون ساريءَ عمر ۾ حضرت جن

جهڙو ڪامل انسان روءِ زمين تي نه ڏٺو، نه ٻڌو.“

آخر حضرت جن اچي جده ۾ رسيا. اُن وقت ترڪن وهابين تي چڙهائي ڪئي هئي، سو سواريءَ لاءِ ڪوبه وهٽ ملڻ مشڪل هو. لاچار حضرت جن پيادا اُٿي مڪي ڏانهن پنڌ پياء ساڻن ست چٺا هنڌ بسترا ۽ ڪاڏي پٽي جو سامان ڪلهن تي ڪئي پئي هليا. ٻه ٽي ميل پنڌ ڪرڻ بعد، واٽ تي وهٽ ملي وين. ايتري ۾ سندن پيا پوئلڳ به اچي نڪتا. حضرت جن هڪ گهوڙي تي سوار ٿي اچي مڪي ۾ پهتا. شهر جي ٻاهران گهوڙي تان لهي، پيادا ڪعبي ڏانهن ويا. ’سعي‘ جي مقام تي خواجه بهاءالدين نقشبند جو هيٺيون بيت وري وري پئي پڙهيائون:-

مفلسانم آمدم در ڪوي تو،
شيءَ الله از جمال روي تو.

حضرت جن جيترو وقت مڪي ۾ رهيا هوا، تيترو وقت پنهنجيءَ پڌرائيءَ ڪرڻ کان پاسو پيا ڪندا هوا؛ ۽ پوشاڪ به اُن ملڪ جي رواج موجب ڪندا هوا. خواجه حافظ فرمايو آهي ته:-

در لباس اهل دنيا ڪار عقبيٰ مي ڪند،
خرقهءِ فقر است پنهان در قباي نقشبند.

حرم شريف ۾ به فقط هڪ ٻه خادم ساڻ وٺي ويندا هئا؛ ۽ درويشن کي پنهنجي چوڌاري گڏ ٿيڻ کان منع ڪندا هوا. اهڙيءَ گمناميءَ اختيار ڪرڻ هوندي به، سندن منهن جي مٺيا مان ئي اڪثر حاجي پائيندا هوا ته

حضرت جن هند جا سلطان آهن.

حضرت جن گهڻو ڪري طواف ۽ رات جو ڪندا هوا. ڏينهن جو ديني فرض ادا ڪري، ٻيو سمورو وقت مان ۾ ويٺا رهندا هوا. هميشه هڪ ٽنهي کي ٽيڪ ڏيئي وهندا هوا. جڏهن مديني ڏي رخ رکيائون، تڏهن آسر کان وٺي نما شام تائين پيرين پيادا پنڌ ڪندا ويندا هوا. مديني ۾ مڙئي پنج مهنا اِقامت ڪيائون. اڪثر ڪري روضه شريف ڏي متوجه ٿي، مراقبي ۾ ويٺا هوندا هوا. رمضان جي مهني ۾ موٽي مڪي ۾ آيا، جتي ٿورو وقت رهي، وطن ڏي واڳون واريائون. واٽ تي پئسو پنجڙ ٻنو ڏيئي ويو. جڏهن اصحابن ساڻن اِنهيءَ ڳالهه جو ذڪر ڪيو، تڏهن ڪين دلداري ڏيئي فرمايائون ته ”اسان فقيرن جو بار رب تي آهي؛ پاڻهي اچي پورائي ڪندو.“ خدا جي قدرت جو اُنهي ئي ڏينهن ڪو ماڻهو هڪ وڏي رقم پهچائي ويو، جنهن مان توڙ تائين سڀ خرچ پڪو ٿي آيو. حضرت جن مڪي مان رمضان مهني جي ٢٠ تاريخ سنه ١٢٣٠ هجريءَ (١٨١٤ع) ۾ روانا ٿيا ۽ شوال مهني جي ١٢ تاريخ اچي مانڊوي بندر تي اُڪريا. اُتان وري ٿن ڏينهن اندر اچي لواريءَ ۾ تشريف فرما ٿيا، جتي واڌايون وري ويئون.

سنه ١٢٣٦ هجريءَ (١٨٢٠ع) ۾ حضرت جن کي هڪ وڏو صدمو رسيو. سندن جان جگر ۽ يارغار، خواجه عبداللطيف صغير، شعبان مهني جي ١٥ تاريخ وبا جي

وڳهي هن جهان فانيءَ مان گذر ڪري ويو. بيماريءَ
کان ڪجهه وقت اڳي، حضرت جن کي چيو هوائين تہ
”مون سپني ۾ ڏٺو آهي تہ اسان ٻنهي مان هڪ ڄڻو
هن سال فوت ٿيندو. پر جنهن صورت ۾ ساري عالم جو
مدار اوهانجي وجود شريف تي ئي آهي، تنهن صورت ۾
ڏٺي تعاليٰ ڪندو تہ شال اوهين سلامت هوندا. باقي
منهنجي موڪلائي آهي.“ سندس وفات وقت حضرت جن
سندس سيرانديءَ کان اچي ويٺا ۽ پڇيائونس تہ ”ادا!
ڪهڙو حال آهي؟“ جواب ڏنائين تہ:-

”من بجان گر فنا شدم چہ غم است،
غرض اندر ميان سلامت تو است.“

اِهو بيت ايراد ڪري، قبلي ڏي منهن ورائي
مشڪيائين. پوءِ حضرت جن فرمايو تہ ”هاڻ سڻيون ڪري
سمهاريوس.“ اِئين ڪيائون ئي ڪين تہ دم ڏنائين.

حضرت جن برادر شريف جي غم ۽ ماتم مان وانداڻي
ڪين ٿيا هوا، تہ مٿانئن هڪ ٻي ڳري آپدا اچي نازل
ٿي. سندن پهريتو فرزند، خواجہ محمد سعيد، جو اڃا
سترهين ورهيءَ جو مس هو، سو وڏيءَ ماتا جي وڳهي
رجب مهني جي ۱۰ تاريخ سنہ ۱۲۳۷ هجريءَ (۱۸۲۱ع)
۾ وڃي رب کي رسيو. صاحبزادو هڪ يگانو گوهر هو،
۽ ڄائي ڄم کان وليالله هو. سندس زبان الله وٽ
اگهايل هئي. جئن چوندو هو، تئن اوس ٿيندو هو. اڃا
ستين مهني جو مس هو، تہ هڪ ڏينهن سيد مير نور علي

لکوي سندس نوراني چهرو ڏسي، هڪدم حيرت ۾ پئجي
ويو؛ ايتري قدر جو هوش گوش گم ٿي ويس. جڏهن
موٽي سامت ۾ آيو، تڏهن حضرت جن کانئس پڇو ته
”صاحبزادو ڪئن ٿو ڀائين؟“ ورائي ڏنائين ته ”ولايت
جو نور سندس پيشانيءَ مان پيو چمڪي. بيشڪ، هڪ
عجيب انسان وجود ۾ آيو آهي؛ مگر سندس عمر ٿوري
ٿي ڏسجي.“ حضرت جن فرمايو ته ”وري به ويچار ڪري
ڏس ته صاحبزادي جي عمر ڪيتري ٿيندي.“ انهيءَ تي
سيد صاحب اٿي روضه مبارڪ ۾ ويو، جتي ڪجهه وقت
متوجه ٿي ويٺو. حضرت سلطان الاوليا کيس رويا ۾ هڪ
ٻيو فرزند ڏيکاريو، جو خواجه محمد سعيد کان عمر توڙي
اقبال، ولايت توڙي وڏائيءَ ۾ بهتر هو. انهيءَ ٻئي فرزند
جو نالو هو حضرت خواجه محمد حسن. جنهنجو ذڪر
ايندڙ فصل ۾ ڪيو ويندو.

مٿين ٻن وچوڙن حضرت جن کي جهوري وڌو. جان
کي جمعيت ڏيڻ خاطر، ڪجهه وقت وڃي رسول ڪريم
جي حضور ۾ رهڻ جو ارادو ڪيائون. سنه ١٢٣٨ هجريءَ
(١٨٢٢ع) جي صفر مهني ۾ پيو پيرو حج جي سفر تي
سڌاريا. جڏهن خيرن سان موٽي ماڳن تي آيا، تڏهن
هڪ ٻئي قسم جي جنجال ۾ اچي پيا. سندن نالائق پائر،
جن فقيرائي روش ڦٽي ڪري دنيا سان دل رکي هئي،
پر جي هيل تائين هيسيا پيا هوا، تن جو ڏڻ ته حضرت جن
جا رفيق ۽ مددگار، يعني خواجه عبداللطيف صغير ۽

خواجه محمد سعيد گذر ڪري ويا آهن، سو وٺي راڳ
ڪرڻ لڳا. هونءَ به حضرت جن کي وقت بوقت پيا
ستائيندا هوا، پر هاڻ ته هيڪاري حد کان ٻاهر لنگهي
ويا. هڪ ڏينهن ٻيپهرن جي وقت جهڙو حضرت جن اڪيلا
ويٺا هوا، تهڙو هي نامراد وجهه وٺي اندر گهڙي آيا ۽
ادب اندازو ڦٽو ڪري، حضرت جن کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ
لڳا. پر حضرت جن سانت ۽ صبر ۾ رهيا. پوءِ ڪين
ڪاوڙائڻ جي ارادي سان سندن جتيءَ جو هڪ پاڃ
ڪڍي وٺي ڇت ڏي اُڇلايائون. حضرت جن هڪ اکر به
نه ڪڇو. ايتري ۾ خليفو گل محمد جو هڪ ٻئي ڪمري
۾ بيمار ٿيو پيو هو، سو هل هلاچو ٻڌي ڊوڙندو آيو،
۽ نامرادن کي وٺي ڦٽ لعنت ڪرڻ لڳو. پر حضرت جن
فرمايس ته ”تون ڪجهه به نه چئين، ڀل ته جيڪي دل
چاهين، سو ڪن.“ ٿوري وقت کان پوءِ پاڻ اُٿي ٻاهر
ويا. پاڃرن به سندن پچر نه ڇڏي. ٻه چار قدم ڪڍي، منهن
ورائي فرمايائون ته ”هاڻي منهن مٿي ڪريو! آءٌ ڪٿي،
توهين ڪٿي! منهنجو نالو توڙي نسبت ساڳي حضرت جن
وڏن واري آهي، مگر اوهانجا نالا توڙي نسبت ساڳيا
سندن پاڃرن وارا آهن!“ پوءِ خليفي گل محمد کي فرمايائون
ته ”ڏس ته منهنجي والد سڳوري پنهنجيءَ سياڻپ وچان
ڪئن نه اسان پاڃرن جا نالا هرهڪ جي لياقت آهر
رکيا آهن؛ نه ته نالا ته پيا به گهٽي ڏي هوا.“
جيتوڻيڪ پاڃرن حضرت جن کي طرح طرح جا عذاب

رسايا، تڏهن به پاڻ ڪنهن سان به سندن شڪايت نه ڪيائون. اُتلو اِها ڳالهه پيا لڪائيندا هوا. پاڻ به ويا ڏينهون ڏينهن نبتر ٿيندا؛ ۽ نيٺ وڃي ميرڪرمعليخان کي حضرت جن جي برخلاف چوڪ ڏنائون. ڪن يارن حضرت جن کي عرض ڪيو ته ”قبلا، اوهين به مير صاحب کي لکي موڪليو ته طرفداري ڇڏي، انصاف ڪري؛ يا ته چشمپوشي ڪري، خاموش رهي.“ پر پاڻ فرمايائون ته ”مخالفن جي چالبازين ۽ حاڪمن جي حرفتن کان جلا طني هر حال بهتر آهي.“ پوءِ اُنهيءَ ڏينهن ئي ساريءَ جماعت کي پاڻ سان قطع تعلقات جو امر ڪري، وطن کي الوداع چئي، لواريءَ مان لڏي، ٻن چئن ميلن جي مفاصلي تي ميرمحمودخان شهداداڻيءَ جي ’ڀهباڏي‘ نالي جاگير تي وڃي رهيا. خدا جي قدرت جو پورن ڏهن مهنن اندر ميرڪرمعليخان ۽ پيا ڪارو ڪپڙ ڪپي ڪاڇي ويا. اِها سڌ سڻي، حضرت جن فرمايو ته ”شايد اسانجن وڏن جي مرضي نه آهي ته ڪو اسين پنهنجا ڇنا ڇڏي، هتي ئي رهيا پيا هجون. حضرت جن وڏن حق کان مڱيو هو ته ’اسانجو مڪان قيامت تائين معمور هجي‘. ازانسواءِ ڪوه جي هتي ڪڍايا هواسون، تن جو به پاڻي ٻاڙو ٿي ويو آهي. لاچار وري پنهنجن ماڳن تي موٽڻو پيو؛ نه ته وڻ هيٺيان حياتي ڪاٽي، الله جي طلب ۾ گذارڻ به فقيري آهي.“ آخر حضرت جن ڇهن مهنن کان پوءِ موٽي ماڳن تي آيا. انهيءَ تي سندن پاڻر ڏاڍو ناراض

ٿيا، ۽ ماڻهن کي چوڻ لڳا ته "هاڻ اسان جو گذران
هن شهر ۾ نهايت ڪٺن آهي." پوءِ ٽن چئن ڏينهن ۾
ڪوچ ڪري، تلهار جي لڳ وچي رهيا. اُتان به ڪيترا
پيرا ليچ لامبر ساڻ ڪري، حضرت جن کي ستائڻ آيا،
پر حضرت جن جو خدا وار به ونگو نه ڪيو. پيون به
گهڻي ئي اڙينگايون ڪيائون. وقت جي حاڪم سان
مليا؛ حضرت جن جي برخلاف گهاٽ گهڙيائون؛ حضرت جن
جي جنهن تنهن سان گلاخوري ڪيائون؛ ۽ حسد وچان
حضرت جن جي توهين ۽ ملامت ڪيائون؛ پر ڪنهن ئي
ڪين. پنهنجو ڪيتو پاڻ ئي لوڙيائون؛ ۽ پاڻ کي پنهي
جهانن کان وڃايائون. مولانا روميءَ فرمايو آهي ته:

"در شب مهتاب مه را بر سماک،
از سگان و عوعو ايشان چه باک؛
سگ وظيفه خود بجا مي آورد،
مه وظيفه خود برخ مي گسترد."

حضرت جن هر روز پره ڦٽيءَ کان وٺي ويندي رات
جي پهرين پهر تائين اوطاق يا خانقاه ۾ حاضر هوندا هوا.
انهيءَ وچ ۾ رکيو مقرر ڪيل وقتن تي اُٿندا هوا.
اصحاب ۽ مريد سندن چوڌاري حلقو ٺاهي وهندا هوا.
'مرغوب احباب' جي صاحب جو هڪ معزز دوست
جنهنجي غيب عالم سان لهه وچڙ هوندي هئي، سو ڳالهه
ڪندو هو ته "جڏهن حضرت جن خانقاه ۾ اچي وهندا
هوا، تڏهن آءٌ اندرونيءَ اک سان ڏسندو هوس ته سندن

فيض حاصل ڪرڻ واسطي عالم ارواح جي رهواسين جي
پيه لڳي پيئي هوندي هئي.“ حضرت جن اڪثر ماڻ
ڪيو ويٺا هوندا هوا. ڪمال بن دلدار چوندو هو ته ”آءٌ
ٻه چار دفعا سندن زيارت تي ويس. پيري پيري ڏينهن
جا ڏينهن سندن صحبت ۾ گذاريم، پر سندن مبارڪ زبان
مان هڪ اکر به نه ٻڌم.“ خواجه عبداللطيف صغير جي
فرمودي موجب حضرت جن ڏيکاري سا جوڻ جي ڏيندا
هوا، پر ويچيندا ڪڏهن هوا، يعني صحت جي حالت ۾
ٻين شيخن مشائخن وانگر معرفت جي مسئلن جو ورلي
مباحثو ڪندا هوا؛ اُلٽو پاڻ پيا لڪائيندا هوا؛ پر بيماريءَ
جي حالت ۾ بي‌اختيار وٽي املن ماڻڪن جي وت ڪندا
هوا. هڪ لڳا حضرت جن هڪ بيماريءَ ۾ اچي پلٽيا.
حاضرينن مان هڪ چڙي چيو ته ”اسانجن اڳين حضراتن
جي اڪثر اصحابن سلوڪ جو رستو تمام ڪري، دنيا
مان گذر ڪيو. پر هاڻوڪي وقت جي يارن مان گهڻا
اهڙا آهن، جن خاطرخواه ترقي نه ڪئي آهي.“ حضرت‌جن
هي حرف ٻڌي هڪدم فرمايو ته ”مريد جون واڳون
سندس مرشد جي وس آهن. مرشد جي مرضي؛ چاهي ته
هرهڪ مريد کي سندس لياقت آهر آهستي آهستي
ڪماليت جي درجي تي رسائي، چاهي ته مڙني کي پنهنجي
قلب ۾ ڪٺو ڪري، اُن مان ٿيي ڏياري ٻاهر ڪڍين.
جي پويون رستو اختيار ڪيائين، ته پوءِ مريد کي سير
۽ سلوڪ جو بنه احتياج ڪونهي. جڏهن مرشد وڏيڪ

ڪامل هوندو، تنهن مريد جو سلوڪ به وڏيڪ آسان ٿيندو.“
حضرت جن فقيرن جي نهايت دل وڻندا هوا. فقيرن کي به سندن مبارڪ منهن ڏسڻ شرط هڪ عجب قسم جي فرحت اچي ويندي هئي. سندن ڪلام خداگوين جو طعام هو ۽ سندن سڪوت خدا جوُين جو قوت. سندن هڪ توجه سان طالبن جون سوين مشڪلاتون حل ٿي وينديون هيون. اصحابن جا هر حال ۾ حامي هوندا هوا، ۽ اوکيءَ وير ۾ اچي ساڻن همراه ٿيندا هوا. شيخ سداتوره کي گردي ۾ هڪ پٿري هوندي هئي، جنهن جي سور کان بيحال ٿي ويندو هو. حضرت جن کي مٿس رحم آيو، سو هڪ روحاني رمز ڏسيائونس، جنهن جي ذريعي جڏهن جڏهن سور پوندو هوس، تڏهن تڏهن وٽي پاڻ کي فنا ۽ بيخوديءَ جي حالت ۾ وجهندو هو، ۽ ائين ڪرڻ سان پنهنجو درد دفع ڪري ڇڏيندو هو. حضرت محبوب الصمد جو هڪ اصحاب هوندو هو، جو سلوڪ جي وات ۾ اٽڪي بيهي رهيو هو. خواجه عبداللطيف صغير جي چوڻ تي وچي حضرت جن کي وينتي ڪيائين ته ”قبلا، مونکي اُڪاري پار ڪريو.“ حضرت جن هڪدم سندس عرض اونايو، ۽ وٽي ڏانهن توجهه ڪيائون. هڪ لحظي ۾ وڃي عرشين لڳو. حضرت جن جي اهڙيءَ عنايت جون بيشمار روايتون موجود آهن، جن جي بيان جي هت گنجايش ٿي نٿي سگهي.
مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي ته حضرت جن اڪثر

ماٺ ۾ گذاريندا هوا. سندن مبارڪ منهن ۾ اهڙي ته مٺيا ۽ دهشت هوندي هئي، جو ڪنهن کي همت نه ٿيندي هئي جو سندن حضور ۾ زبان مان هڪ حرف ڪڇي سگهي. جيڪڏهن اتفاق سان پاڻ ڪو گفتگو فرمائيندا هوا ته، ڪنهن کي مجال نه هوندي هئي جو اُن جو ردقد ڏئي. ڪڏهن ڪڏهن پر نهايت ورلو، معرفت يا عارفن جون ڳالهيون منهن ڏيئي اچي ٻيهنديون هيون. اهڙن موقعن تي پاڻ ٻه ٻه چار گفتا فرمائيندا هوا، جن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿا:-

(۱) نقشبندي طريقي جا ڪي سالڪ اگرچه ظاهريءَ ريت شريعت جا پڪا پابند نه آهن، تڏهن به منجهانئن اڪثر نجات حاصل ڪندا، ڇو ته نياز ۽ نيستي مٿن غالب آهن؛ جئن خواجه حافظ فرمايو آهي ته:

زاهد غرور داشت و سلامت نبرد راه،
رند از سر نياز بدارالسلام رفت.

(۲) جهڙيءَ ريت قطب نما ڪيتري ڦيرائڻ گهيرائڻ هوندي به وريو وريو قطب ڏانهن منهن ڪيو بيٺو هوندو آهي، تهڙيءَ ريت مريد کي به پس پيش پير ڏي ئي منهن ڪرڻ جڳائي.

(۳) اگرچه اڪثر مرشد مريدن کي اسم ذاتيءَ ۾ مشغول رهڻ جي هدايت ڪن ٿا، تڏهن به پير جي صورت مريد لاءِ هڪ لوهائي ڪوٽ مثل آهي. جي مريد پنهنجي پير جي صورت دل ۾ پچائيندو ايندو، ته

طريقت جي خطرن کان بچي ويندو.

(٤) ڪيترن مشائخن پاڻ کي توڙي پنهنجن مريدن کي لوڪ کان ڍڪي لڪايو آهي. اها روش تمام تحسين جوڳي آهي.

(٥) ڪن مشائخن هن جهان ۾ حق تعاليٰ کي پنهنجي مطلب لاءِ ڪڏهن به ڪو سوال نه ڪيو آهي، انهيءَ لاءِ ته ٻيءَ دنيا ۾ مريدن يارن سندن شفاعت قبول پوي.

در آن روزيکه کس کس را نپرسد،
من از پير مغان منت پذيرم.

(٦) انسان ۾ هڪ اهڙي خاصيت سمايل آهي، جو جنهن به ڳالهه ۾ هو دل و جان سان هٿ ٿو وجهي، تنهن کي وڃي توڙ رسائي.

(٧) جيستائين انسان ڪنهن ڪم ۾ پنهنجو هوش گوش نٿو گنوائي، تيستائين سندس مراد حاصل نٿي ٿئي.

سر شڪسته نيستي سر را مبند،
جهد روزي چند کن باقي بخند.

خواجه عبداللطيف چوندو هو ته "حضرت جن هڪڙو هڪڙو سخن: يا قرآن شريف جي آيتن موافق هوندو هو، يا حديثن جي مطابق، يا ڪنهن مشهور مشائخ جي فرمودي جو مصداق." اتفاق سان اصحابن سان روحاني رمزن بابت پڻ رهاڻ ڪندا هوا. هڪ ڏينهن سيد مير نور عليءَ کانئن پڇو ته "قبلا، ڪن اوليائن بنسبت

چوڻ ۾ ايندو آهي ته هو مجلس مان ويٺي ويٺي غائب ٿي وڃي ڏورانهن ملڪن مان نڪرندا هوا. انهيءَ جي ڪهڙي سمجهاڻي آهي؟" حضرت جن فرمايو ته "هڪڙي هنڌ هو پاڻ کي 'لا' جي ڪلمي سان نفي ڪري، ٻئي هنڌ وڃيو پاڻ کي وري 'الاالله' جي ڪلمي سان اثبات ڪن." سيد محمد لاهوري جو حضرت محبوب الصمد جي مجذوب اصحابن مان هو، تنهن هڪ ڏينهن وڃي حضرت جن کي چيو ته "قبلا، ڪيترن ڏينهن کان خدا کي هڪ سهڻي ڳڀروءَ جي صورت ۾ ڏسندو پيو اچان. کيس الاچي جي شلوار پيل هوندي آهي، وار ڊگها هوندا اٿس ۽ مٿي تي دستار ٻڌل هوندي اٿس. ڪڏهن ڪڏهن منهنجي اڳيان اچيو بيهي. انهيءَ جي معنيٰ ڪهڙي آهي؟" حضرت جن فرمايو ته "اِها صورت به الله جي صفاتن جو تجلو آهي؛ سندس ذات اِچا اڳاهون رهي. هر ڪنهن قسم جو تجلو، خواه ذات جو خواه صفات جو، هڪ پردي مثل آهي جو حق جو چهرو ڇپايو ڇڏي. انهيءَ حالت ۾ وڃي فنا ۽ نفي اختيار ڪر."

از صفات ظلمت آسان ست بيرون آمدن،
سد راه عاشقان را چون حجاب نور نيست.

ڪيترائي هندو حضرت جن جي فيض حاصل ڪرڻ لاءِ واجهائيندا وتندا هوا؛ ۽ گهڻي ئي اچي سندن مريد ٿيا. اول اُنهن کي 'ڪلمہ شهادت' جي تلقين ڏيندا هوا ۽ پوءِ طريقت ۾ داخل ڪندا هون. هڪ لڳا جيپور

جي جوڳين جو هڪ ٽولو ٽيرٿ ٽڪيا پيئنيندو، اچي سيوستان ۾ نڪتو. اُتي سندن مهنت ڪنهن ماڻهوءَ کان حضرت جن جي ساراه ٻڌي. دل ۾ اچي هڪ زبردست جنبش جاري ٿيس ته حضرت جن جو ديدار ڪريان، سو رفيقن کي اُتي ئي ڇڏي، ٻه نؤڪر ساڻ وٺي اُتي پنڌ پيو. جڏهن اچي بدين ۾ پهتو، تڏهن نوڪرن کي اُتي ڇڏي، پاڻ اڪيلو لواريءَ ۾ آيو. حضرت جن ڪيس طريقت ۾ داخل ڪيو، ۽ هڪ نظر سان ئي رچي ريٽو ڪري وڌائونس.

حضرت جن ظاهري توڙي باطني علم، شريعت توڙي طريقت سان سينگاريل هوا. شريعت تي سدائين ثابت قدم رهيا. ڪڏهن تر جيترو به خلاف نه ڪيائون. هر روز جماعت جي وچ ۾ پنج ئي نمازون ساري پڙهندا هوا. مجلس ۾ سارو ڏينهن سڌير ۽ سجاڳ ٿيا ويٺا هوندا هوا. ڪڏهن ڪڏهن پاڻمرادو اکيون ڇنڀيندا هوا يا تارا ڦيرائيندا هوا. پر نڪا ننڊ ڪي ڪائيندا هوا ۽ نڪو ڪو سندن چهري مان ننڊ جو خمارئي معلوم ٿيندو هو. هڪ ئي هنڌ ويٺا رهندا هوا، ۽ اتفاق سان به ڪو عضوو نه چوريندا هوا. رات جو به نهايت ٿورو وقت سمهندا هوا ۽ ننڊ ۾ به سجاڳ هوندا هوا. ڪڏهن به ڪيرا يا غافل ٿي نه سمهيا. تمام ٿورو ڪائيندا هوا، سو به ٻن مقرر ٿيل وقتن تي، صبح ۽ شام جو. ڪڏهن ڪڏهن جي ڪو ميوو حاضر هوندو هو ته اهو به ڪائيندا هوا.

درويش عالي ڳالهه ڪندو هو ته ”هڪ ڏينهن جهڙو حضرت جن طعام پئي ڪاڏو، تهڙو مون مڪيون پئي هڪليون دل ۾ چيم ته حضرت جن جيڪر ڪجهه وڌيڪ کائين نه ڪا قوت ٿئين. هڪدم منهنجي دل پر ڪي ورتائون، سو مون ڏي نهاري فرمايائون ته ’ابا، ايترو به اسين ٿا کائون. اسانجو خواجه صاحب انهيءَ جو اڌ مس کائيندو هو، تنهن هوندي به تازو توانو هوندو هو. عارف جو طعام ذي اوُر آهي. وڏا وڏا مشائخ ٿورو کائيندا هوا، ٿورو سمهندا هوا ۽ ٿورو ڳالهائيندا هوا.“

حضرت جن ڪنهن به بني آدم جي پرواه نه رکندا هوا، ۽ نه ڪنهن ۾ ڪا طمع هوندي هين. ڪڏهن به ڪنهن ڳالهه لاءِ وقت جي حاڪمن وٽ هٿ نه ٽنگيائون؛ ۽ نڪا ڪا انهن سان ڪنهن قسم جي ياري دوستداري رکيائون. بلڪ، اُنهن سان لکپڙه يا سنيهي سڙي جو به رستو نه رکيائون. پر جيڪڏهن ڪو امير يا حاڪم وٽن زيارت لاءِ ڪهي ايندو هو، ته اُنجي هر طرح خاطري ڪندا هوا، ۽ اُن کي پنهنجيءَ فيض پريءَ نظر سان نوازيندا هوا.

حضرت جن حلم ۽ حيا، لطف ۽ سخا جا درياءَ هوا. حافظ ملوڪ روايت ڪندو هو ته ”هڪ ڏينهن آءٌ سندن حضور ۾ ويٺو هوس، ته سندن هڪ دوست پيغام موڪليو ته ’مونکي پنج سو رپين جي سخت گهرج آهي. جي موڪلي سگهو ته عين مهرباني.‘ حضرت جن هڪدم پئسا

روانا ڪيا. پوءِ مون ڏي نهاري فرمايائون ته ’هيءَ رقم اسان وٽ گهڻن ڏينهن کان رکي هئي، ۽ اسانکي به خرچڻ جي بنه ضرورت ڪانه پئي ٿي. دل ۾ پئي چيوسين ته انهيءَ ۾ به ڪا حڪمت آهي. هاڻ جڏهن اِها رقم هن گهري، تڏهن سمجهون ٿا ته اُن جي ئي نصيب ۾ هئي.“ خواجه عبداللطيف صغير چوندو هو ته حضرت جن کي جيڪا به پيدائش ٿيندي هئي، تنهن کي ’بيت المال‘ ڪري سمجهندا هوا؛ ۽ اُن سان غريبن غربن جي پرگهور ڪندا هوا. هڪ لڳا هڪ پيرزي جنهنجو مڙس حضرت سلطان الاوليا جو مريد هو، سا حضرت جن وٽ لنگهي آئي ۽ منهن مٿو پٽي چيائين ته ”قبلا، مون مسڪين جا پٽ حاڪم جي آزيءَ ۾ اچي ويا آهن، جنهن مٿن به هزار رپيا ڏنڊ رکيو آهي. مون وٽ ته هڪ ٽامي جو پئسو به ڪونهي.“ حضرت جن جي رحم جو درياءُ جنبش ۾ اچي ويو. هڪدم هڪ درويش کي حڪم ڪيائون ته ”ٻه هزار رپيا ڪڍي هن مائيءَ سان گڏجي وڃي پٽنس کي ڇڏاءِ.“ مائي دعائون ڪندي پٺ وٺي آئي.

حضرت جن جي دل آئيني مثل هوندي هئي، جنهن ۾ غيب جون ڳجهارتون ازخود پيئون پڌريون ٿينديون هيون. انهيءَ جا ڪي مثال هيٺ ڏجن ٿا:-

(۱) سيد مير نور عليءَ جي هڪ سنگتي هوندو هو، جنهن کي طريقت ۾ داخل ٿيڻ جي اچي سڌ ٿي، سو

سيد صاحب کان ئي تلقين وٺي مراد پوري ڪيائين.
ٿوري گهڻي ترقي ڪري، سيد صاحب کان رخصت وٺي،
مروند ڏي روانو ٿيو. ڪيترن ڏينهن پڄاڻان جهڙو سيد
صاحب حضرت جن جي حضور ۾ ويٺو هو، تهڙو اوچتو
اچي اُن شخص جي يادگيري پيس ۽ سو حضرت جن کي
عرض ڪيائين ته "قبلا، توجه ڪري ڏسو ته اهو شخص
هاڻ ڪهڙيءَ منزل تي آهي." حضرت جن مشڪي فرمايو
ته "هو هن وقت ڪابل ۾ آهي ۽ تو جيڪي سيکاريو
هوس، سو سڀ ميساري ڦٽو ڪيو اٿس."

(۲) سيد مير نور علي روايت ڪندو هو ته "هڪ
دفعي جڏهن حضرت جن جي زيارت لاءِ پنهنجي ڳوٺ
مان سنپري ٿي نڪتس، تڏهن ڪيترن مريدن ۽ مخلص
مونکي حضرت جن لاءِ نذرانا ڏنا ۽ پڻ هرهڪ پنهنجيءَ
پنهنجيءَ منشا جي پوري ٿيڻ لاءِ مونکي حضرت جن جي
دعا پنڻ جي تاڪيد ڪئي. پهچڻ شرط، مڙني جا نذرانا
پيش ڪري، هرهڪ جو نالو ۽ هرهڪ جي منشا اظهار
ڪرڻ لڳس. پر حضرت جن مون کي منع ڪئي ۽
فرمايائون ته 'اسان کي سڀني جي نالن ۽ منشائن جي
ازخود خبر آهي.' انهيءَ تي مون البت گستاخي ڪري
چيو ته 'قبلا، آءٌ ته اوس پنهنجي فرض ادائي ڪندس.'
پاڻ مشڪي، هرهڪ جو نالو ۽ هرهڪ جي منشا
ٻڌائيندا ويا."

(۳) حضرت جن جي مريدن مان جڏهن ڪو

آخرت جي سفر تي هلڻ هارو هوندو هو، تڏهن حضرت جن ڪانئس سندس عمر پڇندا هوا؛ ۽ پوءِ اڪثر ڪري ڪيس سندس موت جو ڪو نه ڪو اشارو ڏيئي ڇڏيندا هوا. هڪ لڳا سيد عالم شاه لاهوري لواريءَ جي درگاه تي اچي سخت بيمار پيو؛ ۽ سندس بچڻ جو بنه امڪان ڪونه هو. حضرت جن جي ڪارپردازن کي هڪ رقم ڏيئي، وصيت ڪيائين ته ”هي پئسا منهنجي وفات پڄاڻان خانقاه جي درويشن تي خرچ ڪجو.“ جڏهن حضرت جن کي اها خبر پيئي، تڏهن فرمايائون ته ”سيد صاحب جي امانت وٽي سانڍي رکو، ڇو ته سندس مرڻ ۾ اڃا ڪجهه مدت ڪپي.“ آخر سيد صاحب انهيءَ سخت بيماريءَ مان اٿي ڪڙو ٿيو، ۽ ڪيترا سال جيئرو رهيو.

حضرت جن جي ڪرامتن جي ڳالهه بيان کان ٻاهر آهي. خود سندن وجود مسعود ئي هڪ وڏي ڪرامت هي، جنهن جي ڏسڻ سان سڀ مشڪل آسان ٿي ويندا هوا. سندن ننڍي هوندي جي ڪرامتن جو اڳي ئي ذڪر ڪيو ويو آهي. هن هنڌ فقط ٻن ٽين ڪرامتن جو بيان ڪجي ٿو:-

(۱) جڏهن خواجه محمد سعيد جي شاديءَ جون تياريون ٿي رهيون هيون، تڏهن حضرت جن سڀ سامان سرو گهرائي گڏ ڪري رکايو هو. پر ماڻهن جا ايڏا انبوه اچي گڏ ٿيا هوا، جو ڪارپردازن کي ڳڻتيءَ ۾ پئجي ويا ته سيڌو سامان ڪٿي پوندو؛ سو وٽي حضرت جن سان ڳالهه

ڪيائون. حضرت جن ڪين تسلي ڏيئي فرمايو ته "توهين ڪو اُلڪو نه ڪريو. پاڻهي اچي برڪت پوندي." ماڻهو ماڪوڙن جيان اچي مڙيا هوا، پر سيڏي سامان ۾ اهڙي نه برڪت اچي پيئي جو نه فقط مڙني کي گهڄ ڏينهن مٿو ماني پئي ملي، پر پوءِ به ڪيترو سامان بچي پيو.

(۲) مير محمود بهرام شهداداڻي ٽالپر جي زال کي اوچتو خناق جي بيماري اچي ٿي. سڀيئي اُميدون لاهي وينا. مائيءَ موت کي نزديڪ ڏسي، مڙس ۽ ٻارن کي آخري وصيت ڪري چيو ته "منهنجي وڏُور نياڻي پرڻي اٿو. اُن جي هر طرح حفاظت ڪجو." مير محمود بهرام وٽي حضرت جن کي ٻاڏايو. ٻاڻ سڏ سٽي، ازغيبي اچي پرگهٽ ٿيا؛ ۽ ميرمحمود کي فرمايائون ته "نياڻيءَ جو تون ڪو سانگو نه ڪر. اسين تو ساڻ همراه آهيون." مير محمود هيءُ اچرج ڏسي، زال کي چيو ته "تون ڪا ڳڻتي نه ڪر. اڄهو حضرت جن ٻاڻ ٻيٺا آهن." هن جو اِئن چوڻ ۽ حضرت جن جو غائب ٿيڻ. پر ساري ڪٽنب کي تسلي آئي ته مڙئي خير ٿيندو؛ ۽ ٿيو به اِئن. مائي مؤت جي چنبي مان ٻچي پيئي.

سنه ۱۲۴۶ هجريءَ (۱۸۳۰ع) جي رمضان مهني کان وٽي حضرت جن بيماريءَ سبب بستري داخل ٿيا، جنهن مان وري نه اُٿيا. اِنهيءَ کان پنج سال اڳ به ڪين وصال جو الهام آيو هو، جنهن ڪري اُن وقت به بهار جيان پاڀوهجي سهي سنڀري ويٺا هوا؛ ايتري قدر

جو ڪفن دفن جو سامان سرو به تيار ڪرائي رکايو هوائون، پر ڪريم پاڪ کين مهلت ڏني، ۽ ملڪالموت جو ڪوٺايو ٽري ويو. هن پيري پاڻ به وصال لاءِ پئي واجهايائون. هڪ ڏينهن کنهن اچي خبر ڪئي ته ”پير صبغةالله شاه وفات ڪري ويو. انتقال کان ٿورو اڳ ساريءَ جماعت کي سڏي، اُن جون واڳون پنهنجي پٽ جي حوالي ڪيائين؛ ۽ سمورو مال متاع اهل عيال کي وراهيءَ پوءِ دم ڏنائين.“ حضرت جن ماٺ ڪري ويٺي ٻڌو. پوءِ فرمايائون ته ”اسين ته پنهنجا سڀ ڪمڪاريون خدا کي سپرد ڪري ٿا ڪريون؛ ۽ پڇاڙيءَ جو وقت پڻ خدا جي يادگيريءَ ۾ ئي صرف ڪنداسون.“ انهيءَ ڳالهه کان پوءِ سگهو ئي پنهنجي فرزند ارجمند، خواجه محمد حسن کي پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪيائون. شيخ عالي جو اُن مهل حاضر هو، تنهن کي انديشو ٿيو ته صاحبزادو اڃا يارهين ورهين جو ٻالڪ آهي، ازانسواءِ حضرت جن پائر فساد تي ڪمرڪشيو بيٺا آهن؛ سو خبر نه آهي ته ڇا ٿيندو. حضرت جن هڪدم سندس خيال سهي ڪري ورتو ۽ فرمايائون ته ”ڪهڙا ٿو خيال خطرا ڪرين؟ دلجاءِ ڪر. جڏهن ڪو ڪامل انسان چاهيندو آهي ته پنهنجي امانت ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪريان، تڏهن هو پنهنجي اُستاد جي رضامنديءَ لاءِ ڌانهس متوجه ٿيندو آهي. سندس اُستاد وري پنهنجي اُستاد ڏي متوجه ٿيندو آهي؛ ۽ اِئين ڪندي ڳالهه وڃي پيغمبر صلعم تائين

پهچندي آهي، جو وري حق تعاليٰ جي پاڪ ذات ڏي متوجه ٿي، قبوليت حاصل ڪندو آهي. هاڻ جنهن کي خود حق تعاليٰ قبول ڪيو آهي ۽ جنهن کي مڙني خواجگان جي روحن جي پشت ۽ پناه آهي، تنهن کي ڪهڙو خوف ۽ خطرو ٿي سگهندو؟ مولانا روميءَ وفات وقت اصحابن کي فرمايو هو ته ”منهنجيءَ رحلت تي متان ملول ٿيا آهيو! منصور حلاج وفات کان ٿي صديون پوءِ به اچي شيخ فريدالدين عطار جي روح تي تجلو ڪيو ۽ سندس مرشد بڻيو. سو اوهين هر حال ۾ مون سان هججو ۽ منهنجي ياد گيري ڪندا رهجو ته آءٌ هر لباس ۾ اوهانجي حمايت ڪندو اچان؛ ڇو ته هن عالم سان مونکي ٻه تعلقات آهن: هڪڙو پنهنجي بدن سان ۽ ٻيو اوهان سان. موت ۾ بدني تعلق ڀاڻ وڏيڪ قوي ٿيو پوي.“

بيماريءَ جي حالت ۾ هڪ ڏينهن فرمايائون ته ”عجب جو اسانجي مخالفن اسان سان هيڏو جوُر ۽ جفا ڪئي آهي، تنهن هوندي به وتن در در دانهون ڏيندا! ٻڌندڙ سمجهندا هوندا ته اسانجا مخالف سچ ٿا چون. جيئن اسان پئي صبر ڪيو آهي، تيئن هنن جي ٻيگهي پئي متي آهي. ماڻهو ڀلي تسستائين هنن جي چالبازي سمجهندائي ڪين؛ جيستائين هنن کن فقيرن کي نه نهوڙيو آهي. شايد پوءِ پاڻهي ڪل پوندين ۽ ڪانئن منهن موڙي وري سنئينءَ راه تي هلي، نجات پائيندا.“ هڪ لڱا بي اختيار وٺي پڪاريائون ته ”خونريزي ٿي رهي آهي! اسانجا گهر

رت سان رڱجي ويا آهن! ڪيترا درويش قيد ڪيا پيا وڃن! پڪ آهي ته مڙوئي ڪا رت ڇاڻ ٿيڻي آهي، پر اسانجي هونديئي ٿئي ته بهتر!" انهيءَ پيشينگوئي کان پوءِ ستت ئي هڪ رات اوچتو سندن مبارڪ زبان مان ڪنهن ظاهري سبب بنا هيءَ آکر نڪري ويا "خدا، خير ڪجانءِ!" پوءِ ٽي ڀيرا توبه جو ڪلمو پڙهي فرمايائون ته "النصرت بيدڪ تفعل ما تشاء." اوڏي مهل هن راز جو ڪنهن کي به پرو ڪونه پيو.

محرم مهني جي ٢١ تاريخ سنه ١٢٤٧ هجري (١٨٣١ع) ۾، حضرت جن جا مسهو پاڙر بدمعاشن جو هڪ وڏو ٽولو وٺي، هٿيارن پنوهارن سان آڌيءَ رات اچي ڪوٽ تي ڪڙڪيا. ڌاڪٽيون جي سان ڪٺي آيا هوا، تن تي چڙهي قلعي جي اُتر واريءَ ديوار تان ٽپي اچي اندر وارد ٿيا. ٻن ٽن درويشن کي قتل ڪيائون، ۽ ٻين ڪيترن کي زخمي ڪري وڌائون. باقي جي سائن پڇي نه سگهيا، تن کي سندن پٺڪن سان ٻڌي ڪنڌ ۾ وهاري، ڦرلٽ شروع ڪيائون. حضرت جن هيبتناڪ هل ۽ دانهون ٻڌي، خدمتگارن کان پڇو ته "ڪهڙي ويڌن آهي؟" جڏهن ساري حقيقت معلوم ٿين، تڏهن فرمايائون ته "مونکي سنئون ڪري وهاريو." کين تڪئي تي سڌو ڪري وهاريائون. پوءِ حڪم ڪيائون ته "صاحبزادي کي هيڏانهن وٺي اچو." صاحبزادي کي آڏي سائن گڏ وهاريو ويو. پنج درويش سندن چوگرد پهري تي ٿي بيٺا. ايتري

۾ منجهانئن هڪڙي پڪاري چيو ته "اجهو، ڏاڪڻيون
ڪٽي اوطاق جي فلاڻيءَ ديوار کان پيا ٽا ٽپن." انهن
پنجن درويشن مان ڪي ترارين ساڻ هيون. حضرت جن
فرمايو ته "ڏجو نه! تحقيق، الله اسان ساڻ آهي!" پر
هڪ درويش وٺي هوءِ هوءِ ڪئي؛ تنهن تي حضرت جن
ڏانهس نهاري فرمايو ته "دلجاء ڪر. اسانجي فتح آهي.
جڏهن آءٌ اڪيلو هوس، تڏهن به هنن کي همت نه ٿي
جو هٿي اچن. هاڻ ته اسين به ڇهه وينا آهيون، سو
هنن کي مجال آهي جو ڪي ڪري سگهن. سج اڀرڻ
ساڻ ڏسجو ته ڪئن ته هنن کي ڏاڙهين کان پٽي ٻاهر
ٽا ڪيون." آخر ٿيو به ائن. پره ڦٽيءَ جو واهرو وريا،
جن کي ڏسي ليچ لامبر رفوچڪر ٿي ويا. حضرت جن
خدا جو شڪر ادا ڪري فرمايو ته "الحمدالله، جو
اسين مظلوم ٿياسين ۽ نه ظالم. اسان جي طرفان هنن جي
هڪ ماڻهوءَ کي به زخم نه رسيو؛ پر اسانجا ڪيترا
درويش شهيد ٿي ويا يا ڦٽجي پيا."

هن حادثي بعد شيخ عاليءَ دل جي درد وچان
حضرت جن کي ٻاڏائي چيو ته "قبلا، هيءَ اوهانجي وڃڻ
جي ويل نه آهي. تقدير کي ترسائڻ جي به اوهان کي ڏي
سگهه آهي. جيستائين صاحبزادو ٿورو وڏو ٿئي، تيستائين
هن جهان مان رحلت ڪرڻ مهمل رکو." حضرت جن
وراڻيو ته "آخر جهان فاني آهي. اڳي پوءِ اوس وڃڻو
آهي. اگرچه سچو مسلم تقدير کي به ڦيرائي سگهي ٿو،

تڏهن به دنيوي مطلبن لاءِ اِئن ڪرڻ نه جڳائي. جي صاحبزادو ننڊڙو آهي ته فڪر نه آهي. ننڊن توڙي وڏن جو سنڀاليندڙ رب پاڻ آهي. مولانا روميءَ فرمايو آهي ته:-

دلتنگي تو از دل نهادگي برين عالم است،
هردمي که آزاد شوي هر مزه که چشي داني."

حضرت جن بيماريءَ جي ڏينهن ۾ هيٺيون بيت وري وري پيا اُچاريندا هوا:-

گر ز دست تو پي کند اجلم،
قد رضينا بما جراء قلما.

هڪ لڳا فرمايائون ته "هھڙا درد ڏٺي سگهورو پاڻ ٿي ٿو ڏئي ۽ پڻ فرمائي ٿو ته تحمل ڪري سهو." هڪ ڏينهن فرمايائون ته "حضرت عيسيٰ ۽ حضرت علي مرتضيٰ اسان وٽ آيا ۽ اسانکي گهڻيائي فهمائش ڪيائون." وفات کان ٻه هفتا اڳي فرمايائون ته "گهڻ مدت پنهنجن حضراتن ڪريمن جي زيارت کانه ڪئي اٿئون. سندن هڪ زيارت ٿي لکن جي برابر آهي." پوءِ ڏوليءَ ۾ چڙهي زيارت تي ويا. ڪلاڪ کن ويهي مڪان تي موٽي آيا. پوءِ فرمايائون ته "مولوي (جلال‌الدين رومي) ٿو چوي ته 'يار مونکي هِن طرف پيا چڪين ته مولانا شمس‌الدين وري هُن طرف پيو چڪي. يا قوم اجيبوا داعي الله'."

صفر مهيني جي ۱۶ تاريخ سنه ۱۲۴۷ هجري(۱۸۳۱ع) ۾، يعني وفات کان هڪ ڏينهن اڳ، حضرت جن وصيت

ڪئي ته ”حافظ سعدالله کي چئجو ته مونکي غسل ڪرائي منهنجي قبر خواجه ڪلان قدس سره جي قبر جي ۽ اڀرندي طرف ڪجو، پر قبر جي ڪڏ جيتري اونهي ڪري سگهو اوترو چڳو.“ حافظ سعدالله قاري هو ۽ حضرت جن جو مريد هو. رمضان جي مهني ۾ حضرت جن هميشه قرآن جو ختمو سندس پٺيان ڪندا هوا. پر انهيءَ ڏينهن هو حضرت جن کان ٻن ڏينهن پنڌ جي مفاصلي تي رهيو پيو هو. حضرت جن غيب جي رستي هن کي پنهنجي وصيت جو اطلاع ڪيو. ڀاڻ ٻئي ڏينهن، يعني ١٧ تاريخ خميس رات شفق مهل وجي رب کي رسيا. حافظ سعدالله به اچي اوچتو پر گهت ٿيو ۽ حضرت جن جي مبارڪ لاش کي غسل ڏيئي مشرف ٿيو.



# حضرت شاه مدني خواجه محمد حسن قدس سره

حضرت شاه مدنيؒ جو تولد محرم مهني جي ۵ تاريخ، سومر ڏينهن، سنه ١٢٣٥ هجري (١٨١٩ع) ۾ ٿيو. سندن والد سڳوري توڙي هنن جي ڪن خاص اصحابن کي وقت بوقت الهام جي ذريعي بشارتون ڏنيون ويون هيون ته حضرت شاه مدني نه فقط زماني جا يگانا گوهر ٿي ساماڻبا، پر قطب جي ستاري جيان سندن روحاني روشنائي عام و خاص کي فيض رسائيندي. ننڍي هوندي کان وٺي ئي حضرت جن جي من جو لاڙو لامڪان ڏي هو. دنيا ۾ ماسوا مان موراهين مزو نه ايندو هون. ظاهري علم جي تحصيل جو به گهڻو شوق ڪونه هرندو هون. اوائل ۾ حضرت غوث عالم کين علم حاصل ڪرڻ جي نهايت تاڪيدا ڪندا هوا، پر پوءِ اِنهيءَ ڳالهه جي پڇرڙي ڇڏي ڏنائون؛ ڇو ته هڪ ڏينهن پيغمبر صلعم کين رويا ۾ فرمايو ”پٽ جي تعليم جي ڪا ڳڻتي نه ڪر. اسانجي حوالي ڪري ڇڏينس ته اسين پاڻهي هن کي علم لدنيءَ جي درياءَ مان پر پياري، ڍئي وجهنداسين.“

حضرت شاه مدني اڃا نوين ورهين جا مس هوا ته هڪ رات ٻن ملائڪن سندن والد سڳوري کي ساڻ وٺي وڃي ڏٺي تعاليٰ جي درگاه ۾ رجوع ڪيو. اُتان خطاب آيو ته ”اسان توکي هت انهيءَ لاءِ سڏايو آهي ته توکي امر ڪريون ته وڃي فرزند کي پنهنجو قائم مقام مقرر ڪر.“ هن خطاب کان پوءِ ٻن سالن اندر سندن والد سڳوري وصال ڪيو. پر اُن کان اڳ الاهي امر جي پيروي ڪري، پنهنجيءَ حياتيءَ ۾ ئي صاحبزادي کي خلافت جي مسند تي وهاري، جماعت کي سندن بيعت ڪرڻ جو فرمان ڏنائون، ۽ پڻ فرمايائون ته ”جيڪو صاحبزادي جو هٿ وٺندو، تنهنکي آءٌ قيامت جي ڏينهن هٿ کان جهلي واهر ڪندس.“ ساريءَ جماعت دل و جان سان حڪم جي بجاوري ڪئي. ان وقت صاحبزادي جي عمر سا يارهن ورهيه مس هئي، پر طريقت جي ڪل لياقتن ۽ فضيلتن سان پرپور هوا. انهي ڳالهه ڏي اشارو ڪندي، فرمائيندا هوا ته ”مسند تي وهڻ کان ٿوروئي پوءِ، هڪ ڏينهن جهڙو قيلولي جي سعيي ۾ هوس، تهڙو منهنجيءَ دل ۾ ڪي دنيوي خيال ۽ خطرا اوچتو اچي پيدا ٿيا. حضرت خواجه ثاني جن اوڏي مهل پر واري ڪمري ۾ ليٽيا پيا هوا. ڪين منهنجي خان جي ازغيبي خبر پئجي ويئي، سو هڪل ڪري مونکي پاڻ وٽ سڏيائون. آءٌ وڃي هڪدم سندن حضور ۾ حاضر ٿيس. مون ڏانهن نهاري فرمايائون ته ”اسان توکي ڪجھ مدت

ڪان وٺي هن جهان جي تعلقاتن ڪان ڇڪي ٻاهر پئي
ڪيو آهيِ، پر تون اڃا بہ انهن کي پنهنجيءَ دل ۾
وارد ٿيڻ پيو ڏئين. هاڻ اڃين توکي وري بہ هڪوار
تاڪيد ٿا ڪريون تہ آئينديءَ دنيا جا خيال دل ۾ بنه
نہ آڻج."

حضرت جن جي زندگيءَ جو نمونو سا ڳيو حضرت
پيغمبر صلعم جهڙو هو. فرض توڙي سنت تي سدائين
ثابت قدم رهيا. پنجئي نمازون جماعت جي وچ ۾ ساري
پڙهندا هوا ۽ نفل بہ گهڻي انداز ۾ ادا ڪندا هوا.
رات جو ننڊ نهايت ٿوري ڪندا هوا. اونهاري ۾ ٻہ
ڪلاڪ ۽ سياري ۾ ٽي ڪلاڪ. رمضان جي مهني ۾
تہ اک بہ نہ لڳائيندا هوا ۽ پويان ڏه ڏينهن رمضان جا
سمورو وقت عبادت ۽ مراقبي ۾ گذاريندا هوا. هر روز
آڌيءَ مهل اُٿي تهجد پڙهندا هوا. اُهو پورو ڪري،
مراقبي ۾ ٿي وهندا هوا. پره ڦٽيءَ جو اُٿي مسجد ۾
ويندا هوا، جتي فجر نماز پڙهي، سج اُڀرڻ تائين اصحابن
ساڻ حلقي ۾ ويهي مراقبو ڪندا هوا. ان مان واندا
ٿيندا هوا تہ مريدن کي گڏ ڪري ڪين ارشاد ڪندا
هوا. پوءِ اُٿي اوطاق ۾ ايندا هوا. جتي قرآن مجيد جي
تلاوت ڪري ۽ نفل پڙهي، عام مجلس جي وچ ۾ ويهي
وعظ ۽ نصيحت ڪندا هوا. جڏهن اِنهيءَ شغل مان فارغ
ٿيندا هوا، تڏهن حويليءَ ۾ وڃي ناشتو ڪندا هوا. طعام
بلڪل ٿورو کائيندا هوا. پلڪ ۾ موٽي اوطاق ۾ ايندا

هوا، جتي گهڙي ڪن ليٽي آرام ڪندا هوا. پوءِ مسجد ۾ ظهر نماز ادا ڪري، وري اچي اوطاق ۾ ويهندا هوا، جتي ڪتان ڪتان جا عالم ۽ فاضل اچي گڏ ٿيندا هوا. انهن سان وچين نماز جي بانگ تائين ويٺا رهاڻ ڪندا هوا. ڪڏهن حديث، ڪڏهن فقه ۽ ڪڏهن وري تصوف جي باريڪ نڪتن تي روشني وجهندا هوا؛ ۽ طالبن جا سڀ شڪ شبها دفع ڪندا هوا. سندن فرزند ارجمند، حضرت خواجه محمد سعيد تي حديث پڙهي پڌائڻ جو ڪم رکيل هوندو هو. پاڻ فرمائيندا هوا ته "جنهن ڏينهن اسين رسول الله جي ڪا نه ڪا حديث نٿا پڌون، تنهن ڏينهن اسانکي ڪا به فرحت ڪانه ٿي اچي." مجلس برخاست ٿيڻ بعد، وچين نماز مسجد ۾ پڙهي وري مراقبي ۾ ويهندا هوا؛ تان جو سانجهيءَ نماز جي مهل اچي ٿيندي هئي. اها نماز سانجهن جي مسجد ۾ ادا ڪري، سڌو حويليءَ ڏي ويندا هوا، جتي ماني ٽڪر ڪائي، اچي اوطاق ۾ ويهندا هوا. سمهاڻيءَ جي نماز اُتي وچي مسجد ۾ پڙهندا هوا، جنهن کان پوءِ وري به ڪجهه وقت موٽي اچي اوطاق ۾ مراقبو ڪندا هوا. آخر چرڪو وچي حويليءَ ۾ سمهندا هوا.

حضرت جن جي ملفوظات جو درياءَ نهايت اونهون ۽ اگهور آهي. منجهس جي معرفت جا موتي سمايل آهن، سي رواجي ماڻهن جي سمجهه کان مٿي آهن؛ فقط ڇاڙوئي انهن جي پوري پرک ڪري سگهندا. اِنهيءَ هوندي به،

ڪي سولا سخن ۽ نڪتا هيٺ ڏجن ٿا:-

(١) عشق تسورو ڏک آهي، مگر ڏک کان سواءِ ڪابہ شيءِ حاصل نٿي ٿئي، جئن الله جي رسول فرمايو آهي تہ ”ڏک دائمي آهي، ڏک گهري وٺو؛ ڏک سان پنهنجيءَ دل کي سينگاريو.“

(٢) ڪوڙن مان ڪي قليل آهن، جي ’اسم وجوبي‘ مان ترقي ڪري، صفات ۽ شان جون منزلون طي ڪري، وڃي الله جي ذات کي رسيا آهن. پر اُهي جي آسماءِ امڪانيءَ جا لنبا ۽ چوڙا تفصيل ڪندا وتن، سي هن دنيا ۾ اڪيچار آهن.

(٣) طالب کي ڪڏهن بہ مايوس ٿيڻ نہ جڳائي؛ چو تہ خود قرآن ۾ فرمايل آهي تہ ”اي فاسقن جي قوم! الله جي روح کان مايوس نہ ٿيو.“ مايوسيءَ کي شيطاني وسوسو سمجهڻ گهرجي. طالب کي مايوسيءَ بنا، رات ڏينهن ذڪر ۽ فڪر ۾ مشغول ٿي وڃڻ گهرجي؛ مگر انهيءَ مشغوليءَ جي ڳڻ ڳوت بہ نہ جڳائيس، چو تہ اُن تڻ جهڙي ضررناڪ شيءِ ٻي ورلي لڀندي.

(٤) خبردار! جيڪڏهن ڪنهن بزرگ اولياءَ جي باري ۾ بدظني ڪئي آئٿو! جي اِئن ڪندا تہ پنهنجو قلب ڪارو ڪندا.

(٥) پير جي بيعت ٽِئن قسمن جي آهي: هڪڙي آها جنهن ۾ مريد ڪنهن صاحبدل جو هٿ وٺي، پنهنجي ڏوهن جو پڇتاءُ ڪري؛ پر انهيءَ شرط سان تہ وري

ڪڏهن به ڪو 'ڪبيره' يعني وڏو گناهه نه ڪندو ۽
پڻ 'صغيره' يعني ننڍن گناهن کان به گوشو ڪندو.
اتفاق سان جي ڪو ننڍو گناهه ڪري وهي، ته اُن جي
عوض وري چڱا ڪم ڪرڻ گهرجنس. ٻي بيعت اُها
آهي، جنهن ۾ مريد پنهنجي مرشد جي خاندان جي لڳ
لاڳاپي سان، ازخود انهن بشارتن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿئي
ٿو، جي خاص سندس مرشد جي خاندان واسطي نازل
ٿيون آهن. مثلاً، جڏهن حضرت خواجه مجدد کي بشارت
ملي ته 'غفرت لک و لمن توسل بک الي يوم القيامة'،
يعني 'قيامت جي ڏينهن تائين خدا توکي ۽ تنهنجي
واسطيدارن کي مرهيو آهي'، تڏهن سندس سڀ مريد
انهيءَ بشارت ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿي چڪا. ٽين بيعت اُها
آهي، جنهن ۾ مريد پنهنجي مرشد جي خاندان جون
ڪماليتون حاصل ڪرڻ چاهي ٿو. پر ائين ڪرڻ لاءِ
ضروري آهي ته هو پهريائين شريعت تي ثابت قدم رهي
۽ پوءِ ذڪر ۽ فڪر ۾ محو ٿي وڃي. چوٿين بيعت
اُها آهي، جنهن جي ذريعي ڪي بي اعتقاد ۽ منڪر پاڻ
کي طريقت ۾ داخل ڪرائين ٿا، خاص انهيءَ ڊپ کان
ته متان مرشد نه وٺڻ ڪري شيطان جي چنبي ۾ نه
وڃي ڦاسون: ڇو ته حديث ۾ فرمايل آهي ته 'من لا شيخ
له فشيخه الشيطان'. اگرچه اهڙن شخصن کي طريقت ۾
داخل ڪرڻ نه جڳائي، ته به وڏن مشائخن رخصت ڏني
آهي ته پل ته اُنهن کي به ارشاد ڏنو وڃي، ته من آخر

وڃي سنئينءَ راهه ۾ پون.

(٦) ڪي مريد پنهنجي مرشد جي حضور ۾ اچي عرض ڪندا آهن ته ”قبلا، دعا ڪريو ته روحاني ترقي ڪندا رهون.“ پوءِ سندن دل ۾ خدشو ٿيندو آهي ته ”اسان ته عرض ڪيو، پر شال پير ڪي قبول پوي!“ اهڙا خيال ۽ خطرا رکڻ طريقت جي بي‌ادبي ڪرڻي آهي.

(٧) اوليائن جا خواب عين رويا آهي؛ پر پين ماڻهن جا خواب ڪڏهن سچا ته ڪڏهن ڪوڙا. جيڪڏهن طالب ڪي ڪو بزرگ خواب ۾ ڪنهن ڪم ڪرڻ لاءِ امر ڪري، ته طالب کي پهريائين تامل ڪري ڏسڻ گهرجي ته اهو ڪم شريعت يا طريقت جي خلاف ته نه آهي. جي خلاف هجي ته اصل نه ڪري.

(٨) نقشبندي طريقي ۾ ڇهه واٽون آهن: اسم ذاتيءَ جو ذڪر، دل جي سجاڳي، ذڪر جي عدد جي واقفيت، رابطو ۽ محبت. مگر مرشد کي اختيار آهي ته هرهڪ مريد کي سندس لياقت آهر هڪدم سيئي واٽون ڏسي يا ڪي جزوي.

(٩) مريد کي پنهنجي مرشد جي صورت عام انسانن جهڙي ڪري نه سمجهڻ گهرجي. مرشد جي صورت هڪ ڪوزي مثل آهي، جنهن ۾ الاهي نور جو درياءَ سمايل آهي.

(١٠) مريد کي پنهنجي مرشد جي در جو ڪتو بڻجڻ گهرجي. پيل ته فاقا ڪڍي، رات جو ننڊ نه ڪري،

جور ۽ جفائون سهي، ته به مرشد جي در جي پچر مور نه ڇڏي.

حضرت جن کي ڪرامتن ڏيکارڻ جي ڳالهه بلڪل نه وڻندي هئي. فرمائيندا هوا ته ”اسانجي طريقي ۾ ڪرامتن ڪرڻ جي منع ٿيل آهي، ڇو ته ڪرامتن ڪرڻ سان نفس جي شهرت ٿئي ٿي، جا خود اسانجي طريقي ۾ ناروا آهي.“ هڪڙي ڏينهن هڪ اصحاب عرض ڪيو ته ”قبلا، شيخ عبدالقادر جيلاني ۽ جي هيترين ڪرامتون ڏيکاريون، تنهن مان ثابت آهي ته ڪرامت ڪرڻ ۾ ڪو اهم ڪونهي.“ حضرت جن وراڻيو ته ”شيخ عبدالقادر جيلاني پنهنجي زماني جو غوث هو؛ ۽ ڪيس اختياري هئي ته جئن وڻيس، تئن ڪري. ازانسواءِ، هن جون اڪثر ڪرامتون اُن وقت جي مقام ۽ حال مناسب بيخود ٿي ويئون، ۽ ڪي وري اِلاهي امر پٽاندڙ ڏيکاريون ويئون هيون“ انهيءَ هوندي به، حضرت جن جي طبيعت اهڙي ته حليم ۽ ٻاجهاري هوندي هئي، جو جيڪڏهن ڪو مصيبت جو ماريو اچي ستائيندو هون، ته ڏٺيءَ جي درگاه ۾ متوجه ٿي، ڪرامت به ڪري وجهندا هوا. سندن ڪرامتن جو جي تفصيل وار بيان ڪبو، ته دفتر پرجي ويندا. مثال‌طور هيٺ به چار ذڪر ڪجن ٿيون:-

(١) هڪ لڳا سيد مقبول‌شاه جو وهٽائيءَ جي ڳوٺ ۾ رهندو هو، سو سخت بيمار ٿي پيو. گهڻن ئي حاذقن حڪيمن جو علاج ڪيائونس، پر ورڻو ئي ڪين. آخر

اچي سڪرات جو ويلو ٿيو. سندس وڏو ڀاءُ، سيدعلي محمد شاه گهوڙي تي چڙهي، اُتي حضرت جن جي حضور ۾ روانو ٿيو. لواريءَ پهچڻ شرط، روبرو ٿي وڃي حضرت جن کي ٻاڏايائين. حضرت جن فرمايو ته ”اڄ رات اسين بارگاه عاليءَ ۾ متوجه ٿي معلوم ڪنداسون ته شاه صاحب شفا حاصل ڪندو يا نه. صبح جو اوهان کي انهيءَ ڳالهه جو جواب ڏينداسين.“ انهيءَ تي سيد علي محمد شاه چيو ته ”قبلا، آپ اڪيلين پيو ڏسجي. منهنجو ڀاءُ سڪرات ۾ پيو آهي، سو سندس بچڻ الاهي آهي. اوهين ڪا ڪرامت ڪري، ڪيس نئين حياتي وٺي ڏيو.“ حضرت جن کي رحم اچي ويو، سو اُتي جو اُتي بارگاه عاليءَ ۾ متوجه ٿي فرمايائون ته ”سيد مقبول شاه جي حياتي ته پوري ٿي پيئي هئي، مگر اسان ڌڻيءَ جي درگاه ۾ ٻاڏائي، ڪيس نئين حياتي وٺي ڏني آهي.“ سيد علي محمد شاه خوش ٿي واپس وريو. گهر وڃي پهتو ته ڏسي، ته ڀاڻس بستري تي اُٿي ويٺو آهي ۽ رب پيو پيئي. ٻن چئن ڏينهن ۾ نوبنو ٿي ويو.

(٢) لواريءَ ۾ ڏاهرين جي قوم مان ٻن ڄڻن کي جرسام جي بيماري ٿي پيئي. ٻئي مرڻينگ حالت کي وڃي رسيا. سندن مٽ مائٽ ڊوڙي حضرت جن وٽ ويا ۽ وڃي ٻاڏايائون. حضرت جن جي رحمدليءَ جو درياه جنبش ۾ اچي ويو، سو حڪيم سيد ظهور علي شاه لڪويءَ کي پاڻ وٽ گهرائي فرمايائونس ته وڃي هنن جو علاج

ڪري. حڪيم صاحب جواب ڏنو ته ”قبلا، آءٌ اڳي ئي هنن جو علاج ڪندو پيو اچان، پر هاڻ ته هو سڪرات ۾ پيا آهن ۽ ظاهري علاج کان ٻاهر آهن.“ حضرت جن هيءُ جواب ٻڌي خفي ٿيا. پوءِ پنهنجي خاص مقرب درويش حاجي حسن کي هڪل ڪري چيائون ته ”شاه صاحب هنن مسڪينن جي دوا درمل نٿو ڪري. هاڻ تون وڃي ڪو ويچارن جو علاج ڪر.“ درويش هيءَ حڪم ٻڌي حيران ٿي ويو. پر هٿ ٻڌي عرض ڪيائين ته ”قبلا، جنهن دوا جو امر ڪريو سا وڃي ڏيان.“ حضرت جن فرمايو ته ”وڃي ماڪي چٽائين، ڇو ته قرآن شريف ۾ چٽيءَ ريت چاٽايل آهي ته ’ماکيءَ ۾ ماڻهن جي شفا آهي‘.“ درويش وڃي اِئن ڪيو. هڪ ئي چاٽيءَ سان ٻئي ڏاهڙي شفاياب ٿي ويا.

(٣) پر ڳڙي پير بخش نالي هڪ حاذق حڪيم حضرت جن جو سخت معتقد هوندو هو. هڪ ڏينهن سندس پٽ نالي محمد کي ڪنهن گهرو ڳالهه تان جوُلان اچي ويو، سو پينل سنکئي جي هڪ لپ پري کائي ويو. هن قاتل زهر کائڻ شرط آنڊن ۾ اچي لوڇ پوڇ ٿيس، سو وٺي واويلا مچايائين. پيءُ جو سڪيلڌو پٽ هو. ڪيس اهڙيءَ ريت لڇندو ۽ کسندو ڏسي، مستانن وانگر ڊوڙون پائيندو، روڄ ۽ راڙو ڪندو، وڃي ڳوٺ جي ٻاهران جهنگ ۾ نڪتو. مٿان اچي رات پيس. حضرت جن کي باربار پڪاري برپٽ آزيون نيازيون پئي ڪيائين. ڪجهه ويرم پڄاڻان ڪن

تي ڪنهن ماڻهوءَ جي سڏ جو پڙلاءُ پيس. ويچاري جي ڦڦڙن ۾ ڦٽيون پئجي ويئون؛ پانيائين ته منهنجو پٽ وفات ڪري ويو آهي، سو سندس ڪفن دفن لاءِ مونکي ڪو چاڻ ڪرڻ آيو آهي. ڀهريائين ته جواب ئي ڪونه ڏنائين، پر جڏهن ٻڌائين ته سڏن پٺيان سڏ پيا ٿين، تڏهن لاچار چپ چوريائين، ۽ پوءِ وڌي اُن ماڻهوءَ ڏي ويو. ڏسي ته سندس هڪ ڳوٺائي درويش جو به حضرت جن جو مريد هو، سو پيو سڏيس. هڪل ڪري پڇائينس ته "منهنجو پٽ وفات ڪري ويو ڇا؟" درويش وراڻيو ته "مونکي تنهنجي پٽ جي ڪا خبر ڪانهي. باقي اڄ اڪ ئي ڪانه لڳي هيم ته حضرت جن کي ڏٺم. فرمايائون ته 'ويچاري حڪيم پيربخش سان ويڌن وهي چڪي آهي، سو وڃي دلاسو ڏينس ته مڙئي خير آهي'. ڀهريائين ته سڪڻو خواب سمجهي، ڪو خيال نه ڏنم ۽ وري سمهي رهيس؛ پر هڪدم وري ساڳيو امر ٿيم. پوءِ ته سمجهيم ته هيءُ سڪڻو سپنو نه آهي؛ منجهس ڪا رمز رکيل آهي، سو اُتي تنهنجي گهر ويس." اُتان معلوم ٿيم ته تون جهنگ منهن ڪري هليو ويو آهين. پوءِ ته وٺي تنهنجي ڪڍ پيس، ۽ آخر اچي ڳولي لڌومانءِ." حڪيم صاحب کي تسڪين ٿي ته حضرت جن سندس عرض اُناڻيو آهي، سو خوشيءَ ۾ نه پيو ماپي. درويش کي ساڻ ڪري، سٽيندو گهر آيو. ڏسي ته پٽس کي ڦٿي آئي آهي، جنهن ۾ سنڪيو ڳنڍو ٿي ٻاهر نڪري آيو آهي. پوءِ صبح ساڻ

پنهنجي ٻڌنوُ تي ويو.

حضرتجن جي حياتيءَ جو گهڻو حصو حرمين شريفين جي زيارتن ۾ صرف ٿيو. جملي ڇهه دفعا حج جي سفر تي ويا. انهن سفرن کان سواءِ ٻيو سمورو وقت گوشه نشينيءَ ۾ گذاريائون. مسجد ۽ خانقاه ٺهرائي ٻئي کنهن به پاسي ٻاهر نه نڪتا. جيڪڏهن سندن حج جي زيارتن جو مفصل بيان ڏيو، ته دفترن جا دفتر ڀرجي ويندا. انهيءَ ڪري هت فقط هرهڪ حج جو مجمل احوال ڏنو ويندو.

(۱) حضرتجن پهريون حج سنه ۱۲۵۵ هجريءَ (۱۸۳۹ع) ۾ ڪيو. اُن وقت سندن عمر ويهه ورهيه مس هئي. ڪڇ جو رڻ لتاڙي، لکپت مان لنگهي، اچي بمبئي بندر تي پهتا. چؤماسي جي ڪري بمبئيءَ ۾ اڍائي مهينا ترسڻو پين. آخر هڪ غوراب ۾ چڙهي روانا ٿيا. وات تي پيئڻ جو پاڻي کٽي ويو، سو غوراب واپس بمبئي آيو. انهيءَ ڪري مهني کن جي دير پئجي ويئي. جڏهن غوراب وري هاڪار جي وچ سير ۾ ٿيو، تڏهن کن ڏينهن پڇاڻان اهڙو سخت طوفان اچي لڳو، جو مٿي پاڻيءَ جون مڙئي ٽانڪيون پرزا پرزا ٿي پيئون. لاچار ٻيهر ٻيڙو ورڻي، اچي بمبئيءَ جي تڙ تي ڪيائونس. ٿوري گهڻي ڏينهن سفر جو سڀ سامان ساري، جهاز کي الله جي آسري وري هاڪاريائون. هن ڀيري به طوفان سببان جهاز موٽي بمبئيءَ ۾ آيو. هيءُ حال ڏسي، حضرتجن جي رفيقن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته کين عرض ڪجي ته

في الحال حج جي زيارت مهمل رکي موٽي ڳوٺ هلجي. شيخ حاجي عاليءَ کي پنهنجو وڪيل ڪري حضرتجن وٽ موڪليائون. حضرتجن فرمايو ته ”خدا جي راه ۾ ڪاهل ۽ بيهمت ٿيڻ نه گهرجي. جنهن کي موٽي وڃڻو هجي، سو بيشڪ وڃي. مگر اسان وٽ جيستائين وات جو سمر هوندو، تيستائين سندس راه ۾ پيا رڙهنداسون. خدا جي راه ۾ جوکين جيان ڏاچا ڪپڙا ڦرڻ ۾ به اسان کي ڪو اهم نه ايندو. هڪ واريءَ سندس راه ۾ قدم کڻي، واپس مور نه موٽنداسون.

دست از طلب ندارم تا کام من بر آيد،
يا تن رسد بجانان يا جان ز تن بر آيد.

حضرتجن جي هيڏي همت ڏسي، سڀني کي نئون جوش اچي ويو. آخر غوراب اُتي روانو ٿيو؛ مگر هن دفعي سٺائي واءَ نه لڳڻ سببان، ڏاڍي دير پئجي ويئي ذي القعده جي ٢٧ تاريخ جهاز مسين مسين اچي مڪلا بندر تي پهتو، جتان سارو ساٿ ننڍڙين ٻيڙين ۾ چڙهي، ذوالحج جي ٥ تاريخ وڃي باب سڪندر ۾ پهتو. سڀيئي ناميد ٿي پيا، ۽ ڀانيائون ته وقت سر حج تي رسڻ نهايت ناممڪن آهي. متان اچي ٧ تاريخ ٿي، حضرتجن لاچار ٿي ناکئن کي فرمايو ته ”ٻيڙيءَ کي ڏکي ڪناري تي ڪريو ته اسين مڪي ڏي پنڌ ڪري وڃون.“ ناکئن عرض ڪيو ته ”ڪناري تان اٽڪل اٺن ڏينهن جو پنڌ آهي، مگر ٻيڙي پنجن ڇهن ڏينهن ۾ هلي پهچندي؛ پر

حج تي پوري وقت پهچڻ محال آهي.“ اصحاب دلگير ٿي ويا، ۽ جيڪي اصل کان ئي مسافريءَ جي برخلاف هوا، تن ونئي ٺٺوليون ڪيون. ٻئي ڏينهن صبح جو ڏسن ته پريان جده جو بندر بيٺو آهي. سڀني سهي ڪيو ته حضرت‌جن جا ڪرامت ڪئي ٿي، ڏسجي. آخر ذوالحج جي ۹ تاريخ وڃي مڪي ۾ پهتا. حج جون مڙئي ريتيون رسمون ۽ حڪم بجا آڻي، مديني جي زيارت ڪري، موٽي وطن ڏي واڳون واريائون.

وات تي جهاز تواڻي ٿي وڃي هڪ ٽڪر سان لڳو. سڀني جي جان قبض ٿي ويئي، سو ونئي واويلا ڪيائون. پانياڻون ته آخري ويلو اچي ويجهو ٿيو آهي. معلم جنهن جو نالو حاجي موسيٰ هو، سو حضرت‌جن جو معتقد هو. سڌو لنگهي ويو وٽن، پر ڏسي ته پاڻ مراقبي ۾ ويٺا آهن. اهميءَ هوندي به پاڻ جهلي نه سگهيو، سو وڏي سڏ پڪاري چيائين ته ”قبلا، ڪا واهر ڪريو.“ ٻه چار دفعا ائين ڪيائين. آخر حضرت‌جن ڪنڌ مٿي ڪري فرمايو ته ”فڪر نه آهي. ٻيڙو ٻڏي پيو ته به اسان کي خيريت سان هلي پهچائيندو.“ حضرت‌جن جو اِهي لفظ زبان مان ڪڍڻ ۽ ٻيڙي جو ازخود ٽڪر تان لهي هيٺ ٿيڻ. پوءِ ته سڀني کي پيٽ ۾ ساهه پيو ۽ جهاز اچي خيرن سان بمبئيءَ پهتو. اُتي پهچڻ شرط جهاز جي مرمت جو بلو ڪيو ويو. اُن جي پٺ ورائي ڪئي ڏسن ته مٿس جي لوهه ۽ پتل جا پٽ لپيٽيل هوا، سي پرزا پرزا ٿيا پيا آهن. سڀني کي

تصديق ٿي ته حضرتجن جي ڪرامت ڪري ئي ٻيڙو اچي ٻار پهتو آهي. اُن وقت وري چوماسو شروع ٿيو هو، تنهن ڪري حضرتجن بمبئيءَ ۾ ئي ترسي پيا ۽ اڍائي مهنا ڪن اُتي رهي وري اچي خيريت سان وطن ۾ وارد ٿيا.

(٢) حضرتجن ٻيو حج سنه ١٢٦٦ هجريءَ (١٨٤٩ع) ۾ ڪيو. انهيءَ سال جي صفر مهني جي ٢٥ تاريخ سنيري لواريءَ مان نڪتا. ترائيءَ مان لنگهي، ربيع الاول جي ٢ تاريخ اچي ننگر ٺٽي ۾ نڪتا، جتي خانقاه ۾ اقامت ڪري، مڪليءَ جي زيارت ڪيائون. ربيع الاول جي ٥ تاريخ ڪراچيءَ پهتا، جتي سندن استقبال لاءِ بمبئيءَ مان ڪيترا معتقد اڳي ئي اچي وارد ٿيا هوا. اُنهن ڪين زور ڪيو ته بمبئيءَ جي رستي ڪنهن وڏي جهاز ۾ چڙهي حج جي زيارت تي وڃو؛ پر پاڻ قبول نه ڪيائون. آخر ١١ تاريخ مسقط ڏي ويندڙ هڪ ٻيڙي ۾ چڙهي روانا ٿيا. ١٤ تاريخ واٽ تي اهڙو ته سخت طوفان اچي لڳو؛ جو ٻيڙيءَ جا سڙه ۽ ڪوها پرزا پرزا ٿي وڃي درياءَ داخل ٿيا مڙني مسافرن ڪي مايوسي وڻي ويئي؛ پر حضرتجن 'ان الله مع الصابرين' واريءَ آيت تي عمل ڪري، ڌيرج ڌاري ويهي رهيا. خدا جي فضل سان ٻيڙي لڏي لڏي، آخر اچي منهوڙي تي سنڌ تي. ڏينهن ٻن بعد وري ٻيڙيءَ کي اونهي ۾ اوهري اُتي هليا. ٢٣ تاريخ سڪ سان قريات بندر تي پهتا، جتان هڪ

پيو پيڙو پاري، رفيقن کي ساڻ ڪري، مسقط ڏي روانا ٿيا. ٢٥ تاريخ خيرن سان وڃي اتي پهتا، پر ڏواءَ سبب اُتان مهنو ڪن ڪا پيڙي ملي نه سگهي. نيٺ ربيع الآخر جي ٢٨ تاريخ مسمين مسيين هڪ پٽي دنگي هٿ آئي، جنهن ۾ رفيقن سميت سوار ٿي روانا ٿيا. جمادي الاول جي ١٢ تاريخ فجر جو سخت طوفان اچي ڪڙو ٿيو، جنهنڪري ٽانڪين مان مٺو پاڻي گهٽي انداز ۾ هارجي پيو ۽ ١٦ تاريخ وري هوا صفا بند ٿي ويئي، جنهن ڪري دنگي هڪ هنڌ ڪپي ويئي. انهيءَ حالت کي تيرهن ڏينهن گذري ويا. پاڻيءَ جي تنگيءَ سبب سڀني کي لاچار روزو رکڻو پيو، فقط هڪ وقت ماني کائيندا هوا. پوءِ ته وري آٽائيءَ سبب سبب پيڙي هر روز ويهه يا ٽيهه ميل پٺتي پيئي ويندي هئي. انهيءَ حالت کي به پيا تيرهن ڏينهن گذري ويا. پاڻي ڏينهون ڏينهن ويو گهٽبو، تان جو مٿان اچي چاليهون ڏينهن ٿيو. سڀئي نا اُميديءَ ۾ پئجي ويا. درويش عاليءَ هڪ پاڻيءَ جو پيالو پر ڪري، حضرت جن کي آڇي، عرض ڪيو ته ”قبلا، هيءَ پيالو پيو ته اُن جي برڪت سان ڏٽي تعالي حاجين تان هيءَ آفت دور ڪري ۽ ڪا سٺائي هوا لڳي.“ حضرت جن غصي ٿي فرمايو ته ”اڻن هرگز نه ٿيندو جو آءٌ پنهن ڪان وڌيڪ چڪو پاڻيءَ جو پيندس. جي پيا اُڄ ۽ بڪ ۾ رهندا، ته آءٌ به ساڳيءَ حالت ۾ رهندس.“ درويش عالي نهايت غمگين ٿيو. پوءِ پيالو

پنهنجي اڳيان رکي، متوجه ٿي ويٺو ۽ پلڪ ۾ ڪنڌ مٿي ڪڍي حضرت جن کي چيائين ته ”قبلا، خدا جي ذات پاڪ جو قسم آهي ته جي هيءُ پيالو اوهين واپرائيندا ته حاجين تان مصيبت لهي ويندي.“ حضرت جن لاچار پيالو وٺي، ٻه ٽي ڍڪ پريا. خدا جي قدرت جو هڪدم سٽائو واءُ لڳڻ شروع ٿيو. پوءِ ته سڀني ۾ گويا نئون ساهه پيو، ۽ ٻيڙي اُتي هلي.

جمادي الاٰخر جي ١٥ تاريخ صبح جو حضرت جن خدمتگارن کي فرمايو ته ”رات حضرت عليءَ مونکي امر ڪيو آهي ته هميشه وانگر سڀني کي مانيءَ جي دعوت ڏي، سو باقي بچيل پاڻيءَ مان دستور موافق طعام تيار ڪري، سڀني حاجين ۽ ٻين مسافرن کي ڏيءُ تي ڪارابو.“ خدمتگارن امر جي بجا آوري ڪئي. ڌڻيءَ جي قدرت سان ٻئي ڏينهن هڪ جهاز اچي لنگهيو، جنهن مان مٺو پاڻي مٺو ملي ويو؛ ۽ وري ١٨ تاريخ ٻيو جهاز گڏجي ويو، جنهن مان پڻ پاڻي ۽ کاڌي جو سامان مليو. آخر ٢١ تاريخ اچي عدن ۾ پهتا، جتان ٢٥ تاريخ روانا ٿيا. اُتان هڪ ننڍيءَ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي ٢٥ تاريخ خيرن سان وڃي مڪي ۾ رسيا. اُتي سندن ملاقات لاءِ هر روز ڪئين سڪر ۽ عام ماڻهو اچي مڙندا هوا.

قضاني اُن سال مڪي ۾ وبا جو مرض اچي جاڳيو. هر روز ٻارهن هزار کن ماڻهو اُن وگهي مرندا هوا. حضرت جن اصحابن کي ساڻ ڪري مريضن جي پنهنجن

مبارڪ هٿن سان ٿهل ٺڪور ڪندا هوا ۽ پڻ جنازن تي نماز پڙهائي، اُنهن کي دفن ڪرائيندا هوا. سپني کي دلداري ڏيئي، خدا جي طرف رجوع پيا ڪندا هوا. پاڻ به ڪڏهن حج جي ريتن ۽ حڪمن جي بجاآوريءَ ۾ ڪا ڪوتاهي نه ڪيائون. حج پورو ڪري، ۱۹ تاريخ مديني ۾ پهتا، ۽ صفر جي ۱۲ تاريخ موٽي مڪي ۾ آيا. پوءِ سگهوئي واپس ورڻ جو سعيو ڪيائون. انهيءَ لاءِ استخاره وجهي، اصحابن کي فرمايائون ته ”مون رسول الله صلعم کي ڏٺو ته سندن چهرو پريشان هو. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته سفر ۾ وڏي تڪليف درپيش ايندي، پر آخر مڙيوئي خير ٿيندو.“ سچ پچ ٿيو به اِئن. جده مان جهاز لنگر ڪنيوئي ڪين ته شام جو وچي هڪ ٽڪر سان لڳو. معلم ڪانئر ٿي، پنهنجو عيال هڪ ٻيڙيءَ ۾ وهاري، اُٿي ڀڳو. حضرت جن کي چيائين ته ”جي ڀڪي سر جان بچائڻ چاهيو ته آءٌ اوهان کي پاڻ سان وٺي هلڻ لاءِ تيار آهيان.“ حضرت جن انڪار ڪري فرمايو ته ”آءٌ ڪنهن به صورت ۾ پنهنجن رفيقن کي ڇڏي، پنهنجي حياتي نه بچائيندس.“ ايتري ۾ جهاز جو آڳيل غرق ٿي چڪو هو، ۽ سڀ مسافر پڇي وڃي پاڇيل ۾ گهاٽ ٿيا هوا. چوطرف روڄ ۽ راڙو مچي ويو هو. پر رات سڄي خيريت سان گذري ويئي. ٻئي ڏينهن صبح جو معلم موٽي آيو ۽ عجب ۾ پئجي چيائين ته ”خبر ناهي ته جهاز جو پاڇيل ساري رات ڪئن ٻاهر

رهجي ويو آهي. هاڻي لهو ته سيڻي کي هلي ڪناري تي پهچايان.“ حضرت جن فرمايو ته ”جيڪڏهن تنهنجي اِها مرضي آهي ته اول مسڪينن کي نيئي پار پهچاءِ، پوءِ منهنجن رفيقن کي، ۽ تهان پوءِ مونکي.“ معلم گهڻو ئي زور لاتن ته ”پهريائين اوهين لهو“، پر پاڻ بلڪل نه قبوليائون ۽ فرمايائون ته اسان کي مصطفيٰ پاڻ هٿ ڏيئي رکندو.“ انهيءَ ردبدل ۾ ئي هوا ته پريان ٻه ٻيڙا ڏسڻ ۾ آيا، جن کي هڪل ڪري اوريو ڪيو ويو. پوءِ سيپيئي مسافر لهي، اُنهن ۾ ٿيا. حضرت جن پاڻ سيڻي ڪان پوءِ لٿا. آخر خيريت سان اچي ربيع الاول جي ۲۵ تاريخ عدن ۾ پهتا، جتان ٻئي جهاز ۾ چڙهي مسقط روانا ٿيا. واٽ تي ڏواءَ سببان ڪجهه تڪليف ٿي، پر نيٺ مڙوئي خير ٿيو. جمادي الاول جي ۷ تاريخ مسقط پهتا، جتان وري هڪ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي رجب جي پهرينءَ تاريخ اچي منهوڙي رسيا. اُتان خشڪيءَ جي رستي ننگر ٺٽي مان لنگهي، اچي وطن ۾ وارد ٿيا.

(۳) حضرت جن ٽيون حج سنه ۱۲۷۶ هجريءَ (۱۸۵۹ع) ۾ ڪيو. ربيع الاول مهني جي ۱۷ تاريخ وطن مان نڪري، ڪڇ مانڊويءَ جي رستي روانا ٿيا. ساڻن گهڻيئي عالم ۽ فاضل همراه هوا، جن جي معرفت ڪتبخاني لاءِ ڪيترائي عجيب ۽ غريب قلمي نسخا وڏا ملهه ڏيئي وٺندا ويا. واٽ تي اوچتو ٻيڙيءَ کي تري ۾ ٽن ٿي پيا، جنهن ڪري موٽي مانڊويءَ آيا. اُتان وري ٻيءَ ٻيڙيءَ

۾ چڙهي ڪامران ۾ پهتا، ۽ پوءِ بنا تڪليف وچي مڪي ۾ رسيا. اُتي ڪجهه ڏينهن اِقامت ڪري، شوال جي ۵ تاريخ مديني ڏانهن راهي ٿيا. رستي ۾ سندن قافلي مٿان هڪ بدوين جو ٽولو اچي ڪڙڪيو. حضرت جن وٺي رب کي پاڏايو. جڏهن بدوي حضرت جن جي قافلي جي ويجهو ٿيا، تڏهن اُمالڪ هنن جون دليون ڦري ويئون؛ سو اُتي پيڪا. پوءِ ته سارو سات وچي سلامت پهتو. مديني ۾ پنجٽيهه ڏينهن رهي، موٽي مڪي ۾ آيا، جتي حج تائين ترسي ويٺا. ان سال حج آڪبر هو، ڇو جو ذوالحج جي ۹ تاريخ جمعه جو ڏينهن هو. حج ڪرڻ کان سگهوئي پوءِ، مسقط ۽ ڪڇ مانڊويءَ جي رستي واپس وريا؛ ۽ صفر مهني جي ۱۶ تاريخ سنه ۱۲۷۷ هجريءَ (۱۸۶۰ع) ۾ خيريت سان ماڳن تي موٽي آيا.

(۴) حضرت جن چوٿون حج سنه ۱۲۸۶ هجريءَ (۱۸۶۹ع) ۾ ڪيو. رمضان مهني جي ۲ تاريخ سومر ڏينهن صبح جي وقت لواريءَ مان روانا ٿيا. هن دفعي سارو سفر وڏي تجمل ۽ طومان سان ڪيائون. لشڪر ماڻهن جا ساڻن گڏجي هليا. مانڊوي بندر تي سيد حاجي محمد شاه سندن استقبال لاءِ آيو. ۱۴ تاريخ جهاز ۾ چڙهي روانا ٿيا. وات تي سخت طوفان لڳو، پر حضرت جن جو پيڙو ۲۶ تاريخ سک سان وچي مڪلا بندر تي پهتو. اُتي معلوم ٿيو ته انهيءَ طوفان ۾ پنجاه کن پيڙا غرق ٿي ويا هوا. مڪلا ۾ رياست جي طرفان حضرت جن جي تعظيم

ٿي، ۽ پڻ کين سرڪاري جاءِ ۾ ٽڪايو ويو. رمضان جي عيد بعد پيڙو پاڙي ڪري، عدن ڏي راهي ٿيا، جتي ٦ تاريخ شوال جي خيريت سان پهتا. هفتي کن ڪان پوءِ، وري ٻيءَ پيڙيءَ ۾ سوار ٿي، ذي‌القعده جي پهرينءَ تاريخ وچي جده ۾ پهتا، جتي ترڪي عملدارن سندن تعظيم خاطر فوجي سلام ڏيڻ جي آڇ ڪئي؛ مگر حضرت جن صفا انڪار ڪيو ۽ فرمايائون ته:-

ما بر اين در نه پي شوکت و جاه آمده ايم،
از کف حادثه اينجا به پناه آمده ايم.

آخر ذي‌القعده جي ٣ تاريخ پنهنجي آل عيال سميت خيرن سان وڃي مڪي رسيا. پر ڪنگهه ۽ دمڪشيءَ سبب ڏاڍو وياڪل هوا. ازانسواءِ، سندن پيو فرزند خواجه عبدالرحمان ڇئن ورهين جي ڄمار ۾ هن جهان ۾ لاڏاڻو ڪري ويو، جنهنجي ڪري به کين نهايت صدمو رسيو. مگر تنهن هوندي به طوافن، زيارتن، نوافلن، وردن وغيره ۾ ڪابه ڪوتاهي ڪانه ڪيائون. بيماريءَ جي ڪري اهڙو ته ضعيف ٿي ويا هوا جو اُٿڻ ويهڻ جي به طاقت ڪانه هين؛ پر تڏهن به ذوالحج جي ١٥ تاريخ اُتي مديني ڏي هليا. رستي تي هڪ ماڻهو زخمي ٿي پيو هو، جنهن کي پاڻ سان ڪٺائي مديني وٺي ويا. پر اُتي پهچڻ شرط هن جا پساه پورا ٿيا. جئن حضرت جن جو قافلو مديني کي ويجهو پوندو پئي ويو، تئن پاڻ ويا بهتر ٿيندا. آخر

سنہ ١٢٨٧ هجريءَ (١٨٧٠ع) جي ٨ تاريخ خيريت سان وچي مديني پهتا. اُتي اڪثر وقت حرم شريف يا مسجد نبوي ۾ مراقبي ۾ ويٺا رهندا هوا. ربيع الاول جي پهرين تاريخ مدينہ ڇڏي، موٽي مڪي ۾ آيا. اُتان هڪ ماڻهوءَ کي اڳواٽ جده روانو ڪيائون تہ وڃي ڪو ٻيڙو ڪرائي تي ڪري. ٿورن ڏينهن بعد پاڻ بہ جده ۾ آيا، جتي ٻيڙو تيار ڏٺائون. ٻيڙو بلڪل وڏو ۽ سٺو هو، پر حضرت جن کي غيب جي ذريعي هڪدم معلوم ٿيو تہ ٻيڙو پار نہ پهچندو، سو فرمايائون تہ "اسان معلم سان انجام ڪيو آهي، تنهن ڪري ضرور هلڻو پوندو. پر جي هو پنهنجيءَ رضا ۽ خوشيءَ سان اسان کي ڇڏي تہ تمام چڱو." ڏيءَ معلم جي من ۾ وڌي جو هن پاڻهي چيو تہ "ڪن سببن ڪري آءٌ پنهنجو ٻيڙو ڏيئي نٿو سگهان، سو اوهين وڃي ڪو ٻيو بندوبست ڪريو." جيترو ۾ بندوبست ٿئي، تيتري ۾ حضرت جن هڪ وار وري بہ مڪي مان ٿي آيا. پوءِ جمادي الاول جي ١٤ تاريخ جهاز ۾ چڙهي روانا ٿيا ۽ جمادي الآخر جي ١٦ تاريخ سک سان اچي لواريءَ ۾ تشريف فرما ٿيا. ڪيترن ڏينهن کان پوءِ خبر پيئي تہ پهريون ٻيڙو پنج سو حاجين سميت گوادر جي بندر وٽ تواڻي تي غرق ٿي ويو.

(٥) حضرت جن پنجون حج سنہ ١٢٩٢ هجريءَ (١٨٧٥ع) ۾ ڪيو. لواري ڇڏڻ کان اڳ، ڪن ماڻهن کي ڪراچيءَ ڏي جهاز جي ٽڪيٽن وغيره جي بندوبست

لاءِ روانو ڪيائون. انهن وٽان اطلاع اچڻ شرط، شعبان مهني جي ۱۱ تاريخ ساٿ سنباهي روانا ٿيا. اُتان گهوڙن تي چڙهي، سارو ساٿ اچي حيدرآباد پهتو. اُن وقت حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ جي وچ ۾ ريل جو رستو جاري ٿي ويو هو؛ سو ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي اچي ڪراچيءَ ۾ پهتا. اُتان ۲۴ تاريخ جهاز روانو ٿيو ۽ ۹ رمضان جده پهتو. حضرتجن ۱۲ تاريخ خيريت سان وڃي مڪي رسيا. پر اُتي پهچڻ شرط مٿاني ۾ پٿريءَ هئڻ سبب سخت بيمار ٿي پيا؛ مگر دستور موجب سڀئي ديني فرض بجا آندائون. شوال مهني جي ۱۸ تاريخ تائين مڪي ۾ رهي، پوءِ مديني روانا ٿيا. جتي ۲۹ تاريخ وڃي وارد ٿيا. حضرتجن کي هميشه مديني جي زيارت جو بيحد شوق هوندو هو، سو اُتي مهنو کن ترسي پيا. بيماريءَ ڏاڍو هلاڪ ڪين، پر پنهنجا سڀ فرض پورا ڪيائون. ٻه ڀيرا روضه مبارڪ جي ڀيري اندر وڃي زيارت ڪيائون. اُتان ٿي موٽندا هوا ته سندن چهرو پيو چمڪندو هو. آخر ذي القعده جي ۲۹ تاريخ مديني مان موٽي مڪي آيا. هن دفعي ٻه حج اڪبر ٿيو. سڀ ريتيون ۽ حڪم بجا آڻي، وطن ڏي واڳون واريائون. جتي محرم مهني جي ۸ يا ۹ تاريخ خيرن سان اچي پهتا.

(٦) حضرت جن ڇهون حج سنه ۱۲۹۷ هجريءَ (۱۸۷۹ع) ۾ ڪيو. هيءُ سندن آخري حج هو، جنهن ڪري اُن کي 'حجة الوداع' ڪري سڏيو اٿن. هن حج

ڪان سال کن اڳ، حضرت جن کي پنهنجي وصال جو پرو پئجي ويو هو؛ ۽ اُن ڏانهن گهڻي ئي اِشارا پيا ڪندا هوا، ۽ اڪثر مولانا روميءَ جو هيٺيون بيت پيا اُچاريندا هوا:-

پيشتر آ پيشتر آ جان من،
پيڪ دار حضرت رحمان من؛
مرگ شيرين گشت و نقام زين سرا،
چون قفص هشتن پريدن مرغ را.

ڪڏهن ڪڏهن فرمائيندا هوا ته ”هاڻ اسان کي لقاءِ ايزديءَ جو شوق روز بروز زياده ٿيندو پيو وڃي. الله جي مهربانيءَ سان عمر نبويءَ به اچي پوري ٿيڻ تي بيٺي آهي. عمر نبويءَ جي پوري ٿيڻ بعد جي موت اچي لقاءِ رحماني رسائي ته ڪهڙي نه غنيمت چئبي!

سنه ١٢٩٧ هجريءَ (١٨٧٩ع) جي شعبان مهني جي آخر ڪان وٺي حضرت جن کي هر روز سيءَ تپ اچڻ لڳو ۽ پڻ دمڪشيءَ ڏاڍو ستاين. هڪ ڏينهن فرمايائون ته ”ارڙهن ورهين جي ڄمار کان وٺي هيل تائين به دمڪشيءَ مان نه ڇٽا آهيون. اڳي دوا يا دعا جي رستي ڪوشش پئي ڪئيسون ته خدا شال پنهنجيءَ رحمت سان اسان کي عمر نبويءَ جو شرف بخشي. پر هاڻ ته اِها تمنا اچي پوري ٿيڻ تي بيٺي آهي، سو دوا يا دعا جي

رستي شفا حاصل ڪرڻ جي حاجت ئي ڪانهي. مگر زيارت نبويءَ ۽ جوار مصطفويءَ جي آرزو اڃا باقي آهي." وصال کان ٻه سال اڳ سانده رات جو ننڊ بلڪل نه ڪندا هوا. سڄي رات گوڏن ڀر ويهي مراقبي ۽ عبادت ۾ گذاريندا هوا. پر هن سال جي رمضان مهني کان وٺي مٿن هڪ بلڪل عجيب حالت سدائين طاري هوندي هئي.

رمضان مهني جي پهرينءَ تاريخ حضرت جن مديني وڃڻ جي پڪي نيت ڪئي. شوال جي ٢ تاريخ صبح جو حضرت سلطان الاوليا جي روضه پاڪ ۾ اڪيلا اندر ويا. ٻاهر نڪرڻ مهل تمام غمگين ٿي فرمايائون ته "حضرت سلطان الاوليا مرقد مبارڪ مان ٻاهر نڪري اچي مون سان الوداع ڪئي." اڳئين رات سخت بارش پيئي هئي، جنهن ڪري رستا سڀ خراب ٿي ويا هوا؛ پر تنهن هوندي به حضرت ڊن اُٺي حج تي هليا. واٽ تي ڪيترن ميرن ۽ پيرن کين دعوتون ڏنيون، جن سڀني کي الوداع ڪري اِئن ئي پٺي فرمايائون ته "هيءُ اسان جو آخري سفر آهي." آخر ٢٢ شوال جي ڪراچيءَ مان جهاز تي چڙهي روانا ٿيا.

جهاز ۾ هڪ ڏينهن اچي ريل گاڏيءَ جي جاري ٿيڻ جي ڳالهه نڪتي. هڪڙي اصحاب حضرتجن کي چيو ته "ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها، جو هلي حضرت خواجه مجدد جي زيارت ڪريو ها؛ ڇو ته هينئر سرهند تائين

ريل جو رستو پٺجي ويو آهي.“ حضرت جن فرمايو ته ”جي جيئرا آهيون ته حج تان موٽي اچي اِها زيارت ڪنداسون.“ انهيءَ تي ڪن اصحابن چيو ته ”قبلا، خدا اوهان کي وڏي عمر ڏيندو! موٽي اچي زيارت ڪجو.“ پاڻ مشڪي فرمايائون ته ”هيءُ اسانجو آخري سفر آهي. جوار مصطفويءَ جو نصيب ٿيڻ ڏي هڪ وڏي غنيمت آهي؛ ۽ سندن روضه مبارڪ جي زيارت ٿي ڪافي آهي. اسان جيڪي به سفر سندن زيارت لاءِ پاڻ تي هموار ڪيا آهن، سي نه پنهنجيءَ آرزوءَ پٽاندڙ، پر سندن ڪوٺ تي. نه فقط ايترو؛ پر پيري پيري سان جيترو وقت اسان کي پاڻ وٽ ترسايو اٿن، اوترو وقت سندن جوار پاڪ ۾ رهي پيا آهيون؛ ۽ وري جڏهن پاڻ امر تي ڪيائون، تڏهن واپس وري پٺي آيا آهيون.“

نون ڏينهن جي مسافريءَ بعد عدن ۾ پهتا، جتي معتقدن جي مرضيءَ موافق ٻه ڏينهن ترسي پيا. جنهن جنهن سندن دعوت ٿي ڪئي، تنهنجي دعوت قبول ٿي ڪيائون. جيڪڏهن ڪنهن شخص دعا خاطر گهر هلڻ لاءِ عرض ٿي ڪين ته اهو به هڪدم تي اُنايائون. ذوالقعده جي ٥ تاريخ جده ۾ پهتا، جتان سڌا مڪي ڏانهن روانا ٿيا ۽ ٨ تاريخ وڃي آتي رسيا. هن پيري به حج اڪبر هو. سڀ فرض بجا آڻي واندا ٿي ڪين ٿيا ته منا ۾ اچي سخت سوري ۽ تپ ٿين. بيماري ويٺي ڏينهون ڏينهن وڌندي. اصحابن حضرت جن جا اِشارا ياد

ڪري زار زار پئي رنو. ٢٤ تاريخ ذوالحج جي حضرت جن کي ڪرسيءَ تي ويهاري الوداع لاءِ ڪعبةالله ۾ وٺي آيا. حرم شريف ۾ پهچڻ شرط پاڻ ڪرسيءَ تان لهي پيا. پوءِ اصحابن جي ڪلهن تي هٿ رکي، پيرين پنڌ رڙهي اندر ٿيا ۽ آخرين الوداع چئي، سڌو مديني ڏي روانا ٿيا. واٽ تي فرمايائون ته ”اڄ کي تڪڙو هلايو ته هلي سگهو پهچون. منهنجي تڪليف جو ڪو خيال نه ڪريو.“ پوءِ وٺي هيءَ بيت پڙهيائون:-

در ره بار هر که پاي نهاد،
بايد اول که خار گل داند؛
گرد راه نگار ز اشتمام،
نشه افزاء تر ز مل داند.

محرم جي ٨ تاريخ وڃي مديني ۾ وارد ٿيا. اُتي بيماريءَ هيڪاري تاءُ ڏيکاريو؛ پر حضرت جن هر روز خدمتگارن جي مدد سان حرم شريف ۽ مسجد نبويءَ ۾ وڃي مراقبي ۾ ويهندا هوا. مرض ويو غالب پوندو. کنگهه، تپ، سوري، آندن جو پيچ، اُلٽي ۽ وسام حضرت جن کي وڪوڙي ويا. پويان کي ڏينهن ته حرم شريف ۾ به وڃڻ جي سگهه ڪانه رهين. ڪين اهڙو وياڪل ڏسي، سندن فرزند حضرت خواجه محمد سعيد مديني جي هڪ بزرگ اولياءَ خواجه محمد مظهر کي

دعا واسطي وچي عرض ڪيو. هن عرض آنايو ۽ حضرت جن جي شفا لاءِ روضه مبارڪ ۾ وڃي متوجه ٿي ويٺو. جڏهن حضرت خواجه محمد سعيد والد سڳوري وٽ واپس آيا، تڏهن هنن کين فرمايو ته "تو اسانجي شفا لاءِ خواجه محمد مظهر کي عرض ڪيو آهي. هن اسان لاءِ دعا گهري، جنهن جو اثر اسان کي معلوم ٿيڻ لڳو آهي؛ پر اسان جوار مصطفوي ازخود قبولي آهي."

وصال کان ڪجهه ڏينهن اڳ حضرت جن فرمايو ته "رسول الله صلعم جي روحانيت مون وٽ طبع پرسي ۽ تسلي خاطر باربار پئي آئي آهي." آخر صفر مهني جي ٧ تاريخ سنه ١٢٩٨ هجريءَ (١٨٨٠ع) ۾ حضرت جن جو پاڪ روح وڃي رب جي حوالي ٿيو. سندن وصيت موجب سندن مرقد قبه اهل البيت جي نزديڪ جنت البقيع ۾ خواجه محمد پارسا جي قبر وٽ ڪيو ويو.

حضرت جن کي جملي ٽي فرزند ٿيا، جن جا نالا هوا: (١) حضرت خواجه محمد سعيد، (٢) خواجه عبدالقادر، (٣) خواجه عبدالرحمان. پوئين فرزند حضرت جن جي چوٿين حج وقت مڪي ۾ ڇئن ورهين جي ڄمار ۾ لاڏاڻو ڪيو. حضرت جن جي وصال بعد، حضرت خواجه محمد سعيد سندن مبارڪ مسند تي ويٺا. سندن ولادت رمضان مهني سنه ١٢٦٤ هجري (١٨٤٧ع) ۾ ٿي هئي، ۽ هن وقت سندن عمر قريب ٣٣ ورهين هئي. اڃا

يارهن ورهين جا مس هوا ته سندن والد سڳوري کين ٽيون پيرو حج تي وڃڻ وقت پنهنجو جاءِ نشين مقرر ڪيو هو. تنهن کان پوءِ به والد سڳوري جي غير حاضري ۾ سڀ ڪم ڪاريون پاڻ ڏاڍيءَ حڪمت ۽ هوش سان هلائيندا ايندا هوا.



# انتظاميه ڪميٽي، درگاهه لواري شريف

# پاران ڇپايل ڪتاب

* **مقولات تصوف:-** هيءَ ڀهرين پيشڪش آهي. هيءَ ڪتاب "رسالہ سوال و جواب خواجہ ابراهيم رحہ" فارسي جو سنڌي ۾ انتخاب آهي. هن ۾ حضرت سلطان الاوليا قدس سرہٗ ڪان پنجيل سوال ۽ انهنجا جواب آهن. هنن مقولن ۾ عجب اسرار ۽ اونها راز سمايل آهن. بيشڪ حق جي طالبن لاءِ رهبري، عاشقن ۽ عارفن لاءِ رهنمائي ۽ سيکڙاڻن لاءِ اثر ڪيمياوي آهن. ڪتاب جي متن کان اڳ ۾ نقشبندي طريقي جي اصولن جي اپٽار ڪئي ويئي آهي. حضرت سلطان الاوليا جن جي مبارڪ حياتي جو احوال پڻ ڏنو ويو آهي. هن ڪتاب جو مرتب ڪندڙ محترم عبدالڪريم ٽالپور آهي. سٺي ڇپائي ۽ سهڻي گيٽ اپ سان هن جو هديہ صرف ادائي روپيہ رکيو ويو آهي.

* **قصائد شريف**:- هن ۾ درگاه شريف جي باني حضرت سلطان الاوليا خواجه محمد زمان قدس سره جي مدح ۽ صفت ۾ چيل عربي ۽ سنڌي ۾ قصائد شريف آهن. عربي قصائد ٻهريون دفعو هن ئي ڪتاب ۾ شايع ڪيا ويا آهن. آرٽ پيپر جي ڪور سان صرف ٥٠ پئسن ۾ جماعت جي مرڪزي آفيس مان ملي سگهي ٿو.

* **لواريءَ جا لال** حصه ٻهريون:- ڊاڪٽر سر ڳواسي گربخشاڻي جو تاليف ڪيل ”لواريءَ جا لال“ ڪنهن به تعريف جو محتاج نه آهي. هيءَ ڪتاب ٻهريون دفعو ١٩٣٤ع ۾ ڇپيو هو. جو پوءِ بلڪل ناياب ٿي ويو. هن ڪتاب ۾ لواريءَ جي سونهاري سٽ جي اوائلي بزرگن جي مبارڪ حياتي جو احوال ڏنل آهي. عمدي ڪاغذ تي ديده زيب گيٽ اپ سان، جماعت جي مرڪزي آفيس، درگاه لواريءَ شريف ضلع حيدرآباد کان حاصل ڪري سگهجي ٿو.

انتظاميه، جماعت درگاه لواري شريف
طرفان شايع ٿيندڙ ڪتاب

١- آئينه اوليا سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيل

٢- صقال الضمائر مصنف: حضرت امام الاولياءَ مڪي

٣- فتح الفضل شارح: شيخ عبدالرحيم گرهوڙي

٤- مرغوب احباب مصنف: نظر علي بلوچ

٥- فردوس العارفين مصنف: مير بلوچ خان